
بسم الله الرحمٰن الرحيم
ان رحمة الله قريب من المحسنين
بيشڪ الله جي رحمت نيڪوڪارن جي ويجهو آهي. (القرآن)
سوانح حيات
سهڻا سائين
حضرت الحاج الله بخش رحمة الله تعالیٰ عليه
غفاري فضلي مجددي نقشبندي
حصو پهريون
بيدار مورائي
ادارهٔ تبليغ روحانيه و جماعت اصلاح المسلمين
پاڪستان



بسم الله الرحمن الرحيم

# زندگيءَ جو عظيم سودو

لڌيو لطيفن، پلاڻي پنڌ پيا
هٿان حبيبن، ڪڏهن ڪونه ڌڪوئيو

## سوانح حيات

# سُهڻا سائين

حضرت الحاج الله بخش رحمة الله عليه الله آبادي
غفّاري فضلي مجددي نقشبندي

حصو
پهريون

مؤلف :-
بيدار مورائي

٦ ربيع الاول ١٤٠٦ سنه ھ

ڇاپو: پهريون

تعداد: هڪ هزار

سال: ١٩٨٥ع

ڇپائيندڙ: شعبه نشر و اشاعت

ادارهٔ تبليغ روحانيه و جماعت اصلاح المسلمين پاڪستان

درگاه الله آباد شريف، ضلع نواب شاه

ڇپيندڙ: حيدري پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ، حيدرآباد سنڌ

ڊيزائن: مسترد ريا خان (ڊرائنگ ٽيچر) ڳوٺ قمر الدين چانڊيو

قيمت:- ٢٠ روپيا

---

# SAWANEH HAYAT

# "SOHNA SAIN"

BY

**BEDAR MORAI**



بسم الله الرحمن الرحيم

# انتساب

آئون پنهنجي هي محنت انهيءَ فاضل نوجوان، پيرِ طريقت، صاحبِ شريعت، سالڪن جي سرتاج، اعلىٰ حضرت، عظيم البرڪت، مصباح الامت، مرشد مربي، وَلي ابنِ وَلي حضرت قبله صاحبزاده، سائين محمد طاهر مد ظله العالى، جن ڏانهن منسوب ٿو ڪريان، جنهن جي زندگي وفا، اخلاص ۽ سچائيءَ جو مڪمل نمونو آهي.

پاڻ نهايت ناز ڪ ۽ ڏکئي وقت اندر، قوة جوانيءَ ۾، قيادت جون واڳون سنڀاليندي، مڙني مريدن ۽ معتقدن کي، تسبيح جي داڻن وانگر، ”وَاعۡتَصِمُوۡا بِحَبۡلِ اللّٰهِ“، جي سنئين راه وارهيءَ سڳيءَ ۾ پوئي ڏيکاريو.

اسان کي سندن هن قيادت تي ناز ۽ فخر آهي.

شال! الله شهنشاه حضرت صاحب جن کي خضري حياتي عطا فرمائي ۽ سندن روحاني مرڪزن، ديني درسگاهن ۽ اصلاحي تنظيمن کي شاد ۽ آباد فرمائي. (آمين)

ويٺي جنهن وٽ، ڪوڙين ٿين قرار،
ڏٺي ڪرم ڏار، پاڙو تن پرين ڪان. (شاه)

لاشي فقير محمد طاهري بخشي عنفا عنه

# تعارف

بسم الله الرحمٰن الرحيم

حضرت قبله سائين صاحبزاده محمّد طاهر مد ظله العالي

جن جي ولادت پاڻ ٢١ مارچ ١٩٦٣ع ۾ رحيمپور شريف (لاڙڪاڻو) ۾ تولد ٿيا. ابتدائي تعليم فقير پور (راڌڻ- ضلع دادو) ۾ حاصل ڪيائون. سال ١٩٧٠ع ۾ ستن سالن جي عمر ۾ سائين عبدالخالق شاهه جي رفاقت ۾ مدرسه رڪن الاسلام (حيدرآباد) اندر قاري محمّد طفيل صاحب کان فنِ قرأت حاصل ڪيائون. بعد ۾ فقير پور ۾ پرائمري تعليم پوري ڪيائون. جڏهن حضرت سهڻا سائين جن انهن ڏينهن ۾ هڪ نئين مرڪز الله آباد شريف (ڪنڊيارو) ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ مدرسو به اوڏانهن منتقل ٿي ويو. پاڻ فارسي ۽ عربي تعليم اتي حاصل ڪيائون. ١٥ سالن جي عمر ۾ ١٩٧٨ع جي آخر ۾ عربي جي مٿين ڪتابن پڙهڻ لاءِ المرڪز القادريه (ڪراچي) ۾ ٻه سال شيخ الحديث مولانا منتخب الحق صاحب وٽ پڙهيا. اُتان واپس درگاهه تي پهچي، هڪ سال مشكواة ۽ نُخبَةُ الفِكر ۽ ٻئي سال صحاح سته پڙهيائون. پاڻ ١٩٨٢ع ۾ سالياني ٻارهين تي بروز جمعه الله آباد ۾ دستاربندي ڪيائون. ٻه سال ساڳئي مدرسي اندر مُدرس ۽ ناظمِ اعليٰ جي حيثيت سان رهيا. پاڻ ١٩٨٣ع ۾ حضرت سهڻا سائين جن کان خرقهٔ خلافت حاصل ڪيائون. پڙهائي دوران تبليغي ۽ تربيتي دورن واسطي اندروني سنڌ ۾ هڪ هفتي جو سفر ڪيائون. پاڻ ٧ ربيع الاول ١٤٠٤ھ ۾ مسند شريف تي ويهڻ ۽ بيعت فرمايائون. بعد ۾ جلدي اندروني سنڌ کان بلوچستان تائين سفر ڪيائون. پاڻ پنجاب ۽ بلوچستان کان علاوه ١٥ ڏينهن لاءِ متحده عرب امارات ڏانهن به تبليغ واسطي ويا.

**نوٽ:-** حضرت صاحب جن جي فيض و برڪات جي جهلڪ انشاءَ الله ايندڙ ڪتاب ۾ پڙهندا.

طالبِ دعا
فيدا اُمورائي



# سچڻ جو سينو

## ترجمان خُلقِ نبوي صلى الله عليه وسلم

غوثِ اعظم حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه

(از قلم حق رقم سيدي و مرشدي حضرت قبله صاحبزاده صاحب مدظله العالي)

جنهن مؤلف حضرت قبله سيدي و مرشدي مد ظله العالي جن کي حضور شمس العارفين غوث اعظم سهڻا سائين نوَّرَالله مَرْقَدَهُ' جي مبارڪ زندگي تي ڪجهه لکڻ لاءِ چيو، پاڻ از راهِ شفقت هيٺ لکيل مختصر مگر جامع ۽ عمده مضمون تحرير فرمائي عنايت فرمايائون. جنهن جي لفظ لفظ مان پنهنجي مرشد مربي نَوَّرَ الله مَرْقَدَهُ' سان سندن ڪمال محبت ظاهري ۽ باطني قرب و تعلق عيان آهي. هن مضمون جي عنايت ڪرڻ کان اڳ جڏهن پاڻ پنهنجي زبان دُرفشان سان پڙهي ٻڌايائون، ان وقت جيڪا جذب، وجد ۽ گريه جي مٿن حالت طاري هئي، ڪم از ڪم مون جهڙو گنهگار انهن احساسات جي صحيح ترجماني ڪري نٿو سگهي. ”مشک آن است که خود ببويد نه که عطار گويد“. تنهنڪري دل جي توجه ۽ ڪمال عقيدت سان پڙهي، ان کي دل و دماغ ۾ جاءِ ڏيڻ گهرجي.

قرآن مجيد ۾ رسول خدا ﷺ جي خلق مبارڪ جي تعريف "اِنَّكَ لَعَلٰي خُلُقٍ عَظِيْمٍ". (يقيناً اوهان وڏي خلق جا صاحب آهيو) جي مبارڪ لفظن سان بيان ٿيل آهي ۽ جڏهن ام المؤمنين سيده عائشه صديقه رضي الله عنها کان سندن خلق عظيم جي باري ۾ پڇيو ويو ته فرمايائون: "كَانَ خُلُقُهُ الْقُرْآن". قرآن مجيد ئي سندن خلق عظيم آهي.

رسول خدا ﷺ جي خادم خاص، حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون برابر ڏهه سال حضور اڪرم ﷺ جي خدمت ڪئي، ان عرصي دوران، ڪڏهن به پاڻ ڪريمن ڪنهن غلطيءَ تان مون کي نه جهڙڪيو، ڪڏهن به مونکي چو يا هُون جو لفظ نه چيائون، جيڪڏهن مون ڪوبه ڪم ڪيو ته پاڻ ائين نه فرمايائون ته ڇو ڪيئي؟ اگر ڪو ڪم نه ڪيم ته به ائين نه فرمايائون ته ڇو نه ڪيئي؟

سچ پچ مندرجہ بالا روايت ذهن جي ادراڪ کان نهايت بلند معلوم ٿئي ٿي ته ايترو صبر، ايتري قوت برداشت، ليڪن آقائي نامدار ﷺ جي امت جي هڪ ولي ڪامل حضرت غوث اعظم سهڻا سائين قلبي و روحي فداه نَوَّرَ اللهُ مَرْقَدَهٗ جي عملي زندگي ڏسڻ کانپوءِ ڪين خلق عظيم جي صفت سان موصوف ڏسي، هن گنهگار جي ذهن اندر هيءَ حقيقت سمائجي ويئي ۽ ڪو انديشو به نه رهيو ته جڏهن حضور نبي ڪريم ﷺ جي هڪ غلام جو عمل ۽ خلق ايتري حد تائين پهچي سگهي ٿو ته منهنجي آقا و موليٰ ﷺ جي سيرت ۽ خلق عظيم جي انتها ڇا هوندي! جنهن لاءِ خود خالق ڪائنات "اِنَّكَ لَعَلٰي خُلُقٍ عَظِيْمٍ"، فرمايو.

سيدي و مرشدي حضور غوث اعظم سهڻا سائين نَوَّرَ اللهُ مَرْقَدَهٗ جي عظيم اخلاق جا ڪيترا ئي واقعات اکين اڳيان آهن، مثال طور:

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته گهر ۾ ڪنهن ٻار بيجا ضد ڪيو، جڏهن حضور شمس العارفين سهڻا سائين رحمة الله عليه جن وٽ اها شڪايت پهتي، پاڻ ان ٻار کي گهرائي، ڀرپائين ڀيار، محبت سان سمجهايائون، جيڪو سندن هميشه جو معمول هيو، ليڪن ان دفعي اهو ٻار سمجهائڻ سان به نه سمجهيو. هي عاجز به اتي موجود هيو؛ پاڻ بظاهر غصي وچان هن عاجز کي فرمايائون: ”طاهر، جلدي وڃ ۽ سامهون پيل ٻهاري سان ڇهڪ ڪڍي اچ. هي عاجز به ٻارائي طبع موافق، ٻهي جي مار کائڻ تي خوش ٿيندي، وڃي ٻهاري تي ڇهڪ ڪڍي آيو، پاڻ اهي ڇهڪ هن عاجز کان وٺي ان ٻار جي چوڙين تي وسائڻ شروع ڪيائون. آخر تائين صرف چوڙين تي ئي ڇهڪ لڳي رهيا هئا.

هي عجيب و غريب قسم جي سزا، جيڪا ٻهاري جي ڇهڪ سان چوڙين تائين محدود رهي، هن عاجز جي دل تي هڪ اڻ متجندڙ نشان ڇڏي ويئي، هن عاجز جي اکين اها هڪ سزا ڏٺي، جيڪا پاڻ ڪنهن ٻار کي ڏيڻ فرمايائون. ان کانسواءِ ايڪيهن سالن جي عمر تائين، هن عاجز ڪڏهن به ڪين ڪنهن ٻار تي غصو ڪندي نه ڏٺو: ”هٿان حبيبن ڪڏهن ڪونه ڏڪويو“.

فرمائيندا هئا ته: ”ڪنهن ٻار کي سمجهائڻو هجي ته ڏڪو ڏيکاري دهمان گهڻو ڪيو، باقي زياده نه ماريو، مارڻ سان رهندو ٻار جي طبيعت خراب ٿيندي آهي.“

سندن خلق عظيم جا پيا به ڪيترائي واقعات محترم و معظم جناب بيدار موراڻي صاحب مد ظله جي هن عظيم ڪتاب مان ملندا، جيڪي اسان غلامن واسطي نه صرف قابل غور آهن، بلڪ انهن کي پنهنجي عملي زندگي جو جزو بنائڻ لازمي آهي. يقينا سيدي و مرشدي حضرت غوث اعظم قلبي روحي فداه

نَوَّرَاللهُ مَرْقَدَهٗ جي رفتار، گفتار، ڪردار نيارا هُيا، سندن هڪ هڪ ادا ۾ اسان عاصين لاءِ هزارين آڻ ميا موتي ۽ سهڻا سبق سمايل هُيا، پر انهن کي سمجهڻ ۽ ان مان پورو فائدو وٺڻ لاءِ سائين ڪامل محبت، نسبت ۽ بصيرت جي ضرورت هئي. انهن صفتن سان موصوف يقيناً ڪيترائي سندن عاشق، پروانا هوندا، پر هن گنهگار، بدڪار، سياه ڪار جي نگاه انتخاب ٻن شخصن کي لهي سگهي آهي. حضور غوثِ اعظم سهڻا سائين نَوَّرَاللهُ مَرْقَدَهٗ قربت، محبت جا ڪثير مواقع انهن کي ئي حاصل رهيا. ٻه مقرب شخصيتون هي آهن:

١- حضرت قبله مولوي جان محمد صاحب مدظله

٢- جناب بيدار موراڻي صاحب جن آهن. ٻنهي صاحبن جي صحبت ۾ هن گنهگار، پنهنجي مرشد مربي قلبي و روحي فداه نَوَّرَاللهُ مَرْقَدَهٗ جي مبارڪ زندگي جا قابلِ تقليد احوال ۽ واقعات ۽ سبق آموز اقوال ٻڌڻ لاءِ ملندا آهن ۽ اهي سڀ منهنجي روح جي راحت ۽ قلب جي غذا بڻجي چڪا آهن. ليڪن افسوس! جو ٻنهي صاحبن جي مصروفيات ان راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي رهيون آهن. پر وري به خوش قسمتي آهي جو ٻنهي صاحبن جي محنت "سوانح حيات" جي شڪل ۾ پوري جماعت لاءِ تحفو ٿي، تيار ٿي رهيو آهي.

جماعت جي عوام، خواص لاءِ هي هڪ عظيم سوکڙي آهي، گهرجي ته هر دوست هن ڪتاب کي مطالع ۾ رکي ۽ ڪوشش اها ڪري ته مان به پنهنجي مرشد مربي حضور شمس العارفين غوثِ اعظم نَوَّرَاللهُ مَرْقَدَهٗ جي نقش قدم تي زندگي بسر ڪيان.

اهائي روح جي راحت، اهائي دل جي دولت آ.

لاشيءِ فقير محمد طاهر بخشي نقشبندي

٢٦ محرم الحرام ١٤٠٦ هه

بسم الله الرحمن الرحيم

هيءُ ڪتاب سورهن بابن تي مشتمل آهي.

باب پهريون:




# تاثرات

روحاني تاثرات: شاه عبداللطيف رحمته الله عليه.
عقيدت جا گل: الحاج رحيم بخش قمر نوابشاه.
اکين ڏٺو منظر: الحاج جان محمد عطار مورو.

باب ٻيون:

# سوانح حيات

حسب نسب، ننڍپڻ، تعليم و تربيت، والدين جي تقويٰ، والدين ۽ استاد جو ادب احترام، مرشد ڪامل جي صحبت بابرڪت، پير ۾ فنائيت، خرقهءِ خلافت، تحريري اجازت نامه، مرشدن سڳورن جي خاندان سان عقيدت محبت ۽ انهن جي خدمت.

باب ٽيون:

## روحاني مرڪز

طريقه عاليه جي اشاعت کي مد نظر رکندي، روحاني تبليغي مرڪز **فقير پور شريف** جو بنياد رکڻ.

باب چوٿون:

## علمِ دين

ديني درسگاه جو بنياد رکڻ، طالبن اندر اخلاص ۽ اسلام جي تبليغ جو جذبو پيدا ڪرڻ.

باب پنجون:

## تبليغي تجويزون

تبليغ جي اهميت ۽ ضرورت کي مد نظر رکندي، تبليغي وفدن کي موڪلڻ، پهرين وفد جو ٿر علائقي ڏانهن روانو ٿيڻ.

باب ڇهون:

## تبليغي سفر

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي تبليغي سفرن مان **مسڪين پور شريف** جو احوال.

باب ستون:

## تنظيمن جو قيام

اصلاحي، روحاني، تحريڪون ۽ تنظيمون، انهن مان هڪ اصلاحي تحريڪ **"جماعت اصلاح المسلمين"** جو احوال.

باب اٺون:

## نشرواشاعت

تقريري تبليغ کان علاوه، تحريري تبليغ جي سلسلي ۾ اصلاحي اشتهار، ديني پمفليٽ ۽ اسلامي ڪتابن جو شايع ڪرڻ.

باب نائون:

## حقوق العباد

خدمتِ خلق کي مدنظر رکندي، **عبادت** يعني طبع پرسيءَ تي هڪ جامع مضمون، ان کان علاوه حضرت سهڻا سائين جن جو عملي نمونو پيش ڪري ڏيکارڻ.

باب ڏهون:

## ملفوظات شريف

حضرت صاحب جن جي تقرير مان هڪ جامع ۽ اهم تقرير، دنيا جي حقيقت، دنيا جي بي وفائي ۽ آخرت جو فڪر بيان ڪرڻ.

باب يارهون:

## مکتوبات شريف

حضرت صاحب جي خطن مان هڪ ٻه نصيحت ڀريا خط، جيڪي پنهنجي غلامن ڏانهن ڀاڻ لکيا اٿن.

باب ٻارهون:

## ارشادات

حضرت صاحب جن جي ارشادات مان، چند اهي اقوال، جيڪي زندگي گذارڻ لاءِ سونهري اصول آهن.

باب تيرهون:

## ڪرامات

هن باب اندر، حقيقت تي مبني، چند واقعا، جيڪي سچ پچ سمجهه ۽ سوچ کان ڪجهه مٿاهان ۽ عقل کي حيرت ۾ وجهندڙ، بيان ٿيل آهن.

باب چوڏهون:

## غزليات

حضرت صاحب جن جي ٺاهيل غزلن مان، چند اهي غزل، جيڪي ذڪر الاهي، عشق رسول ﷺ، قلب جي شان ۾ ۽ پير جي محبت ۾ ٺهيل آهن.

باب پندرھون:

# پسنديده اشعار

اهي بيت ۽ اشعار، جيڪي حضرت قبله سھڻا سائين رحمته الله عليه جن اڪثر محفل، مجلس ۽ تقرير دوران پڙھندا ھئا.

باب سورھون:

# معمولات وعمليات

حضرت قبله سھڻا سائين رحمته الله عليه جن جا اهي وظائف ۽ اوراد جيڪي پاڻ دائمي پڙھندا ھئا.

باب سترھون:

# سلسله عاليه نقشبنديه مجدديه

طريقه عاليه نقشبنديه مجدديه جي پيران ڪبار رحمهم الله تعاليٰ جو سلسله شريف ۽ مناجات بدرگاه قاضي الحاجات بيان ٿيل آھن.





# تاثرات

باب پهريون :

## روحاني تاثرات:

شاهه عبداللطيف رحمة الله عليه

### جکهڙي جهوجوان ڏسان کونه ڏيهه ۾

* لـڏيـو لطيفن، ڀـلائـي ڀـنـڌ ڀـيـا؛
هتان حبيبن، ڪڏهن ڪونه ڏکوئيو.

* ٻڙ ۾ ٻڃن پرينءَ لڙهي، هٿ هنجون هارين؛
سڄڻ جي سارين، تن رويو رهامي راتڙي.

* رئـــان ٿـي راتـــا ! هنڌ نهاريو حجرا؛
مينڌرا ! ماڻا، توريءَ ڪنديس ڪن سين.

* آئڻ اورانگهي ويا، ڪري ڪميڻي ڪيڻن؛
هاڻي گهرجي هيڻنءَ، ته ڏجي باهه ڀنڀور کي.

* اکين کي ڪين ٿيو، جو رت نه رنائون؛
ڀلائيندي ڀنهل کـــي، ٻيئي ڏنـائون؛
انهن کـــي آئون، ڪجل ڪهڙو پايان.

* اڄ پڻ اڪيڙين، سڄڻ پنهنجا ساريا؛
ڳلن تان ڳوڙهن جون، بوندون بس نہ ڪن؛
سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نہ لهي۔

* اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنوارين؛
آديسي آٿي ويا، مڙهيون مون مارين؛
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا۔

* آئون ڪيئن ڇڏيان سومرا! تن پنوهارن پچار؛
جن جنين جي جان ۾، لڳي رهيءَ لهار؛
هيئن محبت سنديون، هينئڙي منجهہ هزار؛
پڪا ۽ پنوهار، ڏٺي مون ڏينهن ٿيا۔

* وٺي جنين وٽ، ڪوڙين ٿين قرار؛
ڏٺي ڪر م ڏار، ٻاڙو تن پرين ڪان۔

* ٿورا منجهہ ٿرن، مون سين ماروءَ جي ڪيا؛
عمرا آن ڳڻين، آئون لوڱي ڪيئن لاهيان۔

* ٿورا مٿي ٿورن، مون تي مارُوئڙن جا؛
تہ ۾ واري ٿورڙي، انهان گهڻيرا؛
پلاڙيون پيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا۔

* منهنجون من ميهار کي، پهچن پڪارون؛
لهہ ساهڙ سنڀارون، تہ لهرن لوڏي نہ مران۔

* ڍولي ڍڪي آهيان، هُس اگهاڙي آنءَ؛
رکي پنهنجو نانءُ، ڪکر ڪيائينم ڪاک جو۔

# عقيدت جا گل

مولانا الحاج رحيم بخش قمر صاحب

## سهڻو سائين اهل الله

* مهر مجتبيٰ صلي لله، سرور چمام سراج الله؛
رحمت راس رسول الله، سهڻو سائين اهل الله.

* (الحاج) الله بخش آ نالو جنهن جو؛ باطل تي نت پالو جنهن جو؛
نرمل سو ٿي نور الله، سهڻو سائين اهل الله.

* جنهن جي صورت، سيرت سهڻي؛ سيرت سهڻي، حڪمت سهڻي؛
ورد سندس هو سبحان الله، سهڻو سائين اهل الله.

* جنهن جو خاص خزينو، سينو؛ عرش ۽ اقصيٰ، مدينو سينو؛
قلب ڪهو جنهن بيت الله، سهڻو سائين اهل الله.

* صوفي، صادق، سالڪ بيشڪ؛ مهر جي مُلڪ جو مالڪ بيشڪ؛
وارث ويبر ولي الله، سهڻو سائين اهل الله.

* "جَاءَ الْحَقُّ" جو ناد وڃي تو؛ باطل سُنيون پمڙي پڃي تو؛
جنهن جي قول ۾ قال الله، سهڻو سائين اهل الله.

* جيهن جو مرشد ڪلنگيءَ وارو؛ (حضرت) پير مٺا سو نُورنيارو؛
رحمت پور ۾ مطر الله، سهڻو سائين اهل الله.

* غوث، قطب ۽ ڪامل بيشڪ؛ قرآن ڪريم جو عامل بيشڪ؛
سُنّت تي هو سعد الله، سهڻو سائين اهل الله -

* "لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ" شان بلاشڪ؛ فائق جو فرمان بلاشڪ؛
گهوٽ نه آهن غير الله، سهڻو سائين اهل الله -

* تقويٰ، طاعت، تاج ڏٺي آ؛ پارسُ جنهن جي پيرَ پٽي آ؛
ڪامل پڙهيو ڪلام الله، سهڻو سائين اهل الله -

* تُربت جنهن جي نيهن نظارو؛ رحمت جنهن تي وسي ٿي يارو؛
جنهن جو مَرْقَدُ نَوَّرَ الله، سهڻو سائين اهل الله -

* (حضرت) محمد طاهر، سندس ڪَلي آ؛ پاڻ ولي ۽ ابن ولي آ؛
جنهن جو فيض آ فيض الله، سهڻو سائين اهل الله -

* جنهن جا مريد به بخت ڀلارا؛ ڏاڙهي، ڏنڊڻ، پٽڪن وارا؛
جنهن جي جماعت حِزْبُ الله، سهڻو سائين اهل الله -

* عالَم ۾ انوارُ ڪيو جنهن؛ بيدار ڪي آ بيدار ڪيو جنهن؛
لاکا لعل سَنْوَ لُطف الله، سهڻو سائين اهل الله -

* شمس، قمر ۽ تارا آهن؛ سونهن پريا، نت سارا آهن؛
قائم ڪامل قمر الله، سهڻو سائين اهل الله -

# اکيئن ڏٺو منظر

الحاج جان محمد عطار ائڊووڪيٽ
سابق چيئرمن ٽائون ڪميٽي مورو

قبلہ حضرت سهڻا سائين جن جو نالو، ١٣ فبروري ١٩٦٩ع بروز جمعرات صبح صادق بعد، هن گنهگار پهريون پيرو ڏٺو، جو سائينجن انهيءَ ڏينهن حج تي وڃڻ وارا هئا.

سندن ديدار ۽ رخصت ڪرڻ لاءِ ڪيترائي فقير، سند خواه ٻين طرفن کان اچي ڪياماڙي بندر تي ڪٺا ٿيا هئا، اهي ائين هئا جيئن پروانہ شمع تي.

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ! آن ساڳئي جهاز سفينہ حجاج ۾ هن گنهگار کي بہ مدينہ سرڪار جو سڏ مليل هو.

قبلہ سهڻا سائين، سفر ۾ تہ گڏ هئا، پکر ساڻن ملاقات ڪرڻ جو هن بدبخت کي شرف حاصل نہ ٿيو ها! هجي ها ڪو ساٿي، جيڪو بزرگن سان ملائي ها ۽ سندن آگر مبارڪ منهنجي دل تي رکائي ها.

مرحوم حاجي غلام حيدر ڏاهري، جهاز ۾ ملندو رهندو هو، جنهن صرف ايترو ٻڌايو تہ منهنجو مرشد بہ مون سان گڏ حج تي هلي ٿو.

قبلہ سهڻا سائين حضرت حاجي الله بخش رحمة الله عليه جن کي هن گنهگار پهريون پيرو مسجد نبوي جي رياض الجنة جي احاطي اندر ڏٺو، جو پاڻ آقائے نامدار حضرت محمد مصطفي احمد مجتبيٰ ﷺ جي روضي اطهر وٽ سلام پڙهي رهيا هئا.

**اهو نظارو** اڄ به منهنجي اکين اڳيان ڦري رهيو آهي ۽ بلڪل تازو آهي. سندن سلام پڙهڻ جي عجيب ڪيفيت رهي. سندن سڄو جسم جنبش ۾، پڪهر ۾ بلڪل شل هئا. مون کين ڏٺو ته پاڻ دنيا کان ٻاهر هئا، پاڻ **فنا في الرسول** ٿي ويا. منهنجي نظر جيڻ ٿي آن هستيءَ ۾ اٽڪي، تيئن ٻاهر نه نڪتي. بهرحال حج وارو سفر خير سان پورو ڪري آيا، مگر مون گنهگار کي سائن ملاقات جو شرف حاصل ٿي نه سگهيو.

منهنجي پهرين **ملاقات** روحاني طلبه يا اصلاح المسلمين، موري واري جماعت، ڳوٺ **غريب آباد** موري ۾ سال ١٩٧٠ع ۾ ڪرائي.

سندن گفتگو، ملڻ جو انداز، حال احوال پڇڻ، سندن نوراني چهرو ۽ نصيحت آميز ڳالهين، مون کي موهي وڌو. آخر ۾ سندن دستِ مبارڪ دل جي هنيان ڦيرائڻ، منهنجي ستل دل کي جاڳايو ۽ مئل دل کي زنده ڪيو ۽ الله الله جو ورد جاري رهيو

بس، انهيءَ ملاقات بعد سائن ملاقاتون ٿينديون رهيون، محفلن جو حظ ۽ مزو ملندو رهيو. ڪڏهن موري ۾ ته ڪڏهن ڪنڊيارو ۾ ديدار ۽ فيض ملندو رهيو.

جيئن ته "ڪُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ". تيئن رباني سڏ تي، سڏ ۾ سڏ ملائي، وڃي پنهنجي مالڪ حقيقيءَ سان ملاقي ٿيا.

**شال!** سائين، هنن بزرگن جي محابي اسان گنهگارن جا گناهه معاف ڪري ۽ آخرت ۾ سندن سفارش نصيب فرمائي. (آمين ثم آمين)

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنواريـن؛
آديسي آٿي ويا، مڙهيون مون مارين؛
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهه)

(انشاءالله باقي آئنده)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

باب پهريون:




## حضرت قبله سوهڻا سائين رحمة الله عليه

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
آنءَ جي عبداللطيف چئي، مٿيءَ لڏو مانُ،
ڪوڙين ڪن سلام، آڳهه، اچي آن جي. (شاهه)

## ولادت باسعادت

سلطان العارفين، سراج السالڪين، صاحب شريعت، پير طريقت، تاجدار اولياء، صدر الاصفياء، سيدي و مرشدي، قلبي و روحي فداه، جن جو نام نامي، اسم گرامي، حضرت خواجه غريبنواز، الحاج الله بخش رحمة الله عليه آهي.

جماعت ڪين عقيدت، محبت ۽ ادب وچان سوهڻا سائين جي لقب سان پوڪاريندي هئي.

پاڻ شهر خانواهڻ، تعلقه ڪنڊيارو، ضلع نوابشاهه اندر ٨ مارچ ١٩١٠ع ۾ تولد ٿيا. سندن تعلق عباسي خاندان سان آهي.

# آباء و اجداد

سندن وڏا پنهنجي زمين آباد ڪري، گذران ڪندا هئا. نهايت سخي، همدرد، راشدي خاندان جي چشم و چراغ، حضرت حاجي نصيرالدين شاهه بکريءَ وارن جا مريد هئا.
سندن ڏاڏي محترم جو اسم گرامي حضرت الله اوڀايو رحمة الله عليه هو، جيڪو ڪافي جائداد ۽ زمين جو مالڪ هو، ان سان گڏوگڏ نيڪ صالح، سخي ۽ خدا ترس انسان به هو.

# عجيب وغريب واقعو

هڪ روايت مطابق سندن وڏن سان ڪو صاحب، جنهن جو نالو معلوم نه ٿي سگهيو آهي، حضرت نصيرالدين شاهه جي خدمت اقدس ۾ کير پهچائيندو هو.

هڪ دفعي، رات جي انڌاري، مينهن جهڙ ۽ سخت طوفان ۾ به اهو صاحب کير کڻي بزرگن وٽ پهتو. حيرت جي ڳالهه هيءَ هئي جو ههڙي مينهن ۾ به تازي کير واري گجي اڃان موجود هئي. بزرگن عجب مان پڇيو ته ڇا! اوهان ڪي ڪنبي هئا، جو ههڙي مينهن ۽ طوفان ۾ به اڏامي هيت پهتا آهيو؟ سندس سڪ ۽ صداقت کي مد نظر رکندي، بزرگن کيس دلي دعائن سان نوازيو.

ياد رهي ته ان ڏينهن کان وٺي کين "کنڀيڙا فقير" سڏيو ويندو آهي

حبيبن هيڪار، منجهان ميهر سڏ ڪيو؛
سو سون سڀ چمار، اورڻ اهوئي ٿيو. (شاهه)

# والدماجد

سندن والد ماجد جو اسم گرامي حضرت خواجه محمد مٺل رحمة الله عليه هو. پاڻ هڪ زنده دل، خائفِ خدا ۽ بزرگ صفت انسان هئا.

پاڙي وارن سان سهڻو سلوڪ، همدردي، غريبن، يتيمن ۽ مسڪينن جي پرگهور لهڻ ۽ مدد ڪرڻ، سندن فطرت بڻجي چڪي هئي. خصوصاً رمضان المبارڪ ۾ ته اجان به زياده غريبن جو خيال رکندا هئا، ايتري قدر جو سحري جو طعام تيار ڪرائي، مسڪينن کي گهر پهچائي ايندا هئا. ان کان علاوه ٻين روزيدارن لاءِ به خاص اهتمام سان کاڌو تيار ڪري، افطاري ڪرائيندا هئا.

# دلي تمنا

هڪ ڀيري سندن والد ماجد، پنهنجي گهر واري، نيڪ ٻيبيءَ کان پنهنجي اولاد جي حق ۾ مال ۽ دولت جي واڌاري جي دعا ٻڌي، فرمايائون: نه، نه، دنيا جي دولت جي دعا نه گهر، بلڪ هيءَ دعا گهرندي رهه ته: "ياالله! اسان جي اولاد کي عالم، فاضل ۽ صالح بناءِ، مخلوق کي ديني امور ۾، سندن محتاج ڪر."

ياد رهي ته حضرت صاحب جن کي ٻيو به هڪ جاڙو ڀاءُ هو، جنهن جو نالو حضرت الله اوڀايو رحمة الله عليه هو.

# والده ماجده

حضرت قبله سهڻا سائين جن اجان پنجن مهينن جا مس ٿيا ته سندن والد سڳوري جو سايو ۽ سهارو موڪلائي ويو،

تاهم سندن والده سڳوريءَ تعليم، تربيت ۽ پرورش جو پورو ۽ مناسب انتظام ڪيو.

فقير محمود علي، جو ڪو حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو همعصر آهي، ساڳئي وقت حضرت پير قريشي ۽ حضرت خواجه پير مٺا رحمهم الله جن جو صحبت يافته، نيڪ ۽ صالح شخص آهي، ٻڌايو ته بيبي صاحبه فرمائيندي هئي ته "مون پنهنجي ٻچي کي ڪڏهن به بنا وضوءَ جي ٿڃ نه ڏني آهي."

بيبي صاحبه به خائفِ خدا، صابره شاڪره ۽ پارسا خاتون هئي.

والدين جي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو اهو اثر نڪتو، جو حضرت سهڻا سائين جن ننڍيءَ هوندي کان ئي حليم طبع ۽ سادگي پسند هئا. سندن عجز، انڪساري، خدمتِ خلق ۽ همدردي ڏسي، محلي يا شهر جا ماڻهو، ذاتئن هندو به ڪين عقيدت، محبت ۽ عزت جي نگاهن سان ڏسندا هئا.

پاڻ جڏهن به مدرسي مان پڙهي، واپس گهر ايندا هئا ته بيبي صاحبه (سندن والده) کين ڏسي سان باغ بهار ٿيندي هئي ۽ خوشيءَ وچان بسم الله! الحمدلله!! چوندي هئي.

# والده جو ادب

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي والده سڳوريءَ جو وڏو ۾ وڏو ادب ڪندا هئا. پاڻ جڏهن به ٻاهران گهر ۾ ايندا هئا ته اول والده صاحبه جي قدمبوسيءَ جي ڪوشش ڪندا هئا. سندن زنده دل والده جي دوربين نگاهه به سندن مستاهين مرتبي ۽ مستقبل جي معمار هجڻ کان بي خبر نه هئي،

تنهنڪري بيبي سڳوري کين پيرن تي هٿ رکڻ نه ڏيندي هئي. پاڻ گوڏا پيچي نهايت ادب، احترام ۽ محبت سان پرسان ويهي رهندا هئا ۽ سندن والده سڳوري کين هن نموني دلي دعائون ڏيندي هئي ته ”الله تعاليٰ توکي وڏي چمار ڏيئي، وڏو نيڪ عالم ڪري ۽ صالح اولاد عطا فرمائي“

هڪ موقعي تي حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله عليه لاڙڪاڻي تي تقرير دوران فرمايائون ته ”مولوي صاحب (سهڻا سائين) کي ماءُ جي دعائن رنگي ڇڏيو آهي ۽ کيس هن مرتبي تي ماءُ جي دعائن ئي پهچايو آهي.“

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جڏهن به سفر تان واپس ورندا هئا ته پهريائين پنهنجي والده سڳوري جي قدمبوسي ڪري، تنهن کانپوءِ پنهنجي زوجه محترمه وٽ ويندا هئا. اچڻ سان کهاڙي ۽ رسو ڪڻي، پوري هفتي جون ڪانيون گڏ ڪري ڏيئي، بعد ۾ ديني سفر تي روانا ٿيندا هئا.

# والده ماجده جو وصال

پاڻ پنهنجي پيرسن والده سڳوريءَ جي خدمت پنهنجي پير ڪندا هئا. هر ڪم ڪار ۾ والده جي صلاح مشوره ۽ رضامندي جو گهڻو خيال رکندا هئا.

پاڻ جڏهن خانواهڻ کان هجرت ڪري دين پور شريف پهتا ته پنهنجي والده سڳوريءَ کي به اتي وٺي آيا ته جيئن ان جي خدمت ۾ ڪا ڪوتاهي نه ٿئي. آخر بيبي صاحبه دين پور شريف ۾ سٺ ورهين جي عمر ۾ ۴- سيپٽمبر ١٩٥٣ع ۾ وصال فرمائي ويئي.

إِنَّا لِلّٰهِ وَ إِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ.

پلي ڇايون مائرون، سنديون سالڪن؛
محشر جي ميدان ۾، تنين ڏيچ ميلن؛
ٻين ويچارين، اوجاڳا ئي اجايا ڪيا.
(شاهه)

## والدين سان محبّت

پاڻ والدين جي محبت ۽ ادب جي باري ۾، خصوصاً طالبن کي نصيحت ڪندي فرمائيندا هئا ته دنيا اندر والدين جهڙي ٻي ڪا نعمت ئي نه ٿي سگهي. اهو ماڻهو وڏو خوش نصيب ۽ نيڪ بخت آهي، جنهن جا پيءُ ماءُ ٻئي يا هڪ زنده هجي ۽ انهن جي اطاعت، ادب ۽ قدر ڪري، سندن دلي دعائون حاصل ڪري. خصوصاً "ماءُ ٻچي لاءِ دعا گهري ته اهو ماڻهو ٻنهي جهانن ۾ آڏجي وڃي."

افسوس! اسان کان اها شيءِ وينديي رهي، هن وقت قدر پوي ٿو.

فرمايائون ته والد صاحب جي وصال وقت هن عاجز جي عمر پنج مهينا مس هئي، باقي والده سڳوري ڪافي عرصي تائين زنده رهي. الحمد لله! پنهنجي حال آهر، هن عاجز خدمت ڪئي، پر اهو وقت اڪثر ديني علم پڙهڻ دوران، مسافريءَ ۾ گذريو.

افسوس! خدمت جو پورو ۽ صحيح حق ادا ٿي نه سگهيو.

ويچها جڏهن هئام، ماروئڙا ته مليرِ ۾؛
ڳالهه احوال جي تن، ڪنين ڪين وڙيام؛
هاڻي وڃي ٿر ٿيام، آهي سڌ لهندڙ سومرا!

# عجيب وغريب واپار

فرمايائون ته دل جي هيءَ **آخري تمنا** آهي، جيڪڏهن الله تعالى منهنجي هيءَ دعا قبول فرمائي ۽ ارشاد ٿئي ته تنهنجا ماءُ ۽ پيءُ ٻئي يا انهن مان هڪڙو، زياده نه، فقط ايترو عرصو زنده ٿيندا، جو تون انهن جي زيارت ڪرين ۽ هو تنهنجي لاءِ دعا گهرن........ آن جي عيوض توکي سموري جائداد، مال ملڪيت ڏيڻي پوندي، بدن تي ڍڪيل ڪپڙن کانسواءِ ٻيو ڪجهه به تو وٽ نه رهندو.

فرمايائون "جيڪڏهن منهنجي اها دعا قبول پوي ته مون لاءِ عيد آهي. منهنجا ماءُ پيءُ هٿ کڻي منهنجي لاءِ دعا گهرن ته ٻيو ڇا گهرجي؟ الحمدلله! الله تعالى ڪافي ڪجهه ڏنو آهي، پر هن نعمت جي مٽالي ۾ ڪجهه به نه آهي."

سيوا ڪر سمونڊ جي، جت جر وهي ٿو جال؛
سٿين وهن سير ۾، مـائڪ مـوتي لال؛
جي مـاسو جڙئي مـال، تـه پوڇارا! ڀر ٿئين.
(شاهه)

# نڍپڻ جو زمانو

**ٻالڪ** نڍپڻ ۾ ئي بردبار، سنجيده مزاج ۽ خوش خلق هئا، ٻين ٻارن وانگر ڏنگائي، شرارت، ڪروڌ ۽ کهپيءَ جو نالو نشان به نه هو.

ٻاراڻپ جي زماني ۾ به سندن سوچ ۽ سمجهه، نندن تي شفقت ۽ وڏن جو ادب، هڪ مدبر، عاقل ۽ صالح انسان کان گهٽ نه هو.

حضرت قبلہ **سهڻا سائين** رحمة الله عليه جن ۾ هيءَ وصف ڪمال درجي جي موجود هئي، جو ٻاراڻپ جي زماني کان وٺي آخر عمر تائين، سندن حياتي مبارڪ جو مطالعو ڪبو ته پاڻ شرم و حيا جا مجسم هئا.

فقير **محمود علي**، بيان ٿو ڪري ته ٻاراڻپ جي زماني ۾ اسان ڇوڪرا پاڻ ۾ گڏجي، وڃي اڙل شاخ ۾ وهنجندا هئاسون. گهڻا ڇوڪرا ته ڪپڙا لاهي، اگهاڙا ٿي وهنجندا هئا ۽ ساڳئي وقت پاڻ ۾ نازيباڻتا پوڪ چرچا به ڪندا هئا.

اُن زماني ۾ به حضرت **سهڻا سائين** اسان ڪان جدا، پري وڃي، گوڏ ٻڌي، اڪيلا ٿي وهنجندا هئا. ڪڏهن به ڪنهن سان نامناسب پوڪ چرچو نه ڪندا هئا ۽ نه وري ڪنهن تي ٽوڪ، چٽر ڪندي، ڪنهن جي دل آزاري ڪندا هئا.

سندن انهيءَ خاموشي، طبعي حلم ۽ بردباريءَ مان ناجائز نفعو وٺندي، ڪي شرارتي ڇوڪرا کين تنگ ڪندا هئا. ڪڏهن درويش، **صوفي** وغيره چئي، چيڙائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته ڪڏهن وري چادر کسي اُجلائي ڇڏيندا هئا، پاڻ سواءِ بدلي وٺڻ يا غصي ڪرڻ جي، خاموشيءَ سان اها چادر کڻي ايندا هئا.

ڪَرِ! ڪمندن ڪتيو، هـارايو هـوڙنِ؛
چکيو نه چوندنِ، هـو جو ساءُ صبر جو.
(شاهه)

# تعليم و تربيت

ظاهر ۾ ته سندن والد، وڏو ڀاءُ، چاچو يا ڪو ٻيو اهڙو قريبي رشتيدار به ڪونه هو، جو کين علم حاصل ڪرڻ طرف

توجهه ڏياري، پر پاڻ جڏهن ٿورا وڏڙا ٿيا ۽ پڙهڻ جي لائق سمجهيا ته الله تعاليٰ پنهنجي هن پياري برگزيده بندي جي دل ۾ علم حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا فرمايو.

پاڻ ڪجهه واري راند روند ازخود ڇڏي ڏنائون ۽ پوري طرح پڙهڻ ڏانهن مشغول رهيا. الله تعاليٰ پنهنجي خاص فضل و ڪرم سان ڪين علمِ دين جو ايترو ته وسيع علم عطا فرمايو، جو نه رڳو هزارن بلڪ لکن انسانن، سندن علمي ۽ عملي روشن ڪيل شمع مان نفعو حاصل ڪيو ۽ قيامت تائين سندن آبِ حيات جي چشمي مان هزارين آجايل سيراب ٿيندا رهندا. (آمين)

پاڻ قرآن پاڪ ۽ پرائمري تعليم، پنهنجي آبائي ڳوٺ خانواهڻ ۾ حاصل ڪئي. ابتدا ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪري، ڪجهه ڏينهن ماستري ۽ ڪجهه وقت لاءِ درزڪو ڌنڌو به اختيار ڪيائون.

# استاد جو ادب

حضرت قبلهِ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جڏهن دين جو درد ۽ امت جو فڪر ڪئي، تبليغ واسطي فقير الهه رکيه ميمڻ جي جڳهه تي، مورو شهر ۾ پهتا ته سندن پرائمري وقت وارو، پيرسن ۽ بڍڙو استاد ميان علي بخش صاحب پيرزادو به ڪين ملڻ لاءِ آيو. بس، استاد کي ڏسندي، پرائيون باديون تازيون ٿيون ۽ محبت وچان سندن اکيون مبارڪ پاڻيءَ سان پرجي آيون.

پاڻ ڏادي ادب احترام سان ڪرسيءَ تان اٿي، پنهنجي استاد سان مليا ۽ ڪرسي ڪئي اچڻ جو فرمان ڪيائون. جيستائين

ڪرسي نہ ھئي، تيستائين پاڻ بہ بيٺا رهيا، حالانڪ ڊاڪٽرن ڪين ويهڻ کان بہ منع ڪئي هئي.

ڪرسي اچڻ ڪانپوءِ استاد جي دلجوئيءَ لاءِ مخاطب ٿي، ڪانئڻ حال احوال پڇيائون. سندن استاد صاحب ٻڌايو تہ قبلا! هن وقت پيري آهي، زندگيءَ تي ڪوئي اعتبار ڪونهي، اوهان جي نوراني نظر ۽ باطني توجہ جي ضرورت آهي.

حضرت قبلہ سهڻا سائين جن نهايت محبت ۽ شفقت سان سندن ذڪر تازو ڪيو ۽ هڪ ٻي وقت باقي رهيل روحاني سبقن جي بہ عنايت فرمايائون.

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي، پنهنجي استاد سان هيءَ آخري ملاقات هئي ۽ پاڻ جلدي بعد ۾ وصال فرمائي ويا. ساڳي وقت سندن استاد صاحب بہ سُنت ٿي مورو شهر ۾ وصال فرمائي ويا. اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ.

ياد رهي تہ "راقم الحروف" بہ حضرت صاحب جن جي استاد سڳوري سان مورو شهر ۾ خصوصي ملاقات ڪئي هئي.

# ديني علم

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن تعلقہ ڏوڪري ضلع لاڙڪاڻہ جي اولهہ طرف چند ميلن تي ڳيريلو شهر اندر، مدرسي ۾ ديني علم پڙهڻ لاءِ ويا.

حضرت مولانا رضا محمد صاحب منگسي رحمة الله عليہ ڪير ٿر علائقي جا، ڳيريلو شهر ۾ پڙهائيندا هئا.

مولانا صاحب خائفِ خدا، متقي، پرهيزگار ۽ عالم باعمل هئا. حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن تعليم سان گڏ،

پنهنجي استاد صاحب جي ادب ۽ خدمت جو خاص خيال رکندا هئا، ساڳئي وقت سندن استاد به پنهنجي هن نياري، نمائي، خاموش طبع ۽ سنجيده مزاج شاگرد کان گهڻو متاثر هئا.

ياد رهي ته ڪپريلو ۽ خانواهڻ جي وچ ۾ تقريباً ٢٥ ميلن جو وڏو مفاصلو آهي. اُن وقت سواريءَ جي ڪا به سهوليت ڪانه هئي، پاڻ واريءَ وارو ڏکيو سفر، پيادل طئه ڪري، ٻيڙيءَ ذريعي درياهه پار ڪري، مدرسي پهچندا هئا.

فرمائيندا هئا ته ڪڏهن مانيءَ جي وقت گذرڻ بعد، مدرسي پهچڻ ٿيندو هو ته مدرسي وڃڻ بجاءِ، ڪنهن ڪيڙيءَ ۾ يا ڪنهن اهڙي وڻ هيٺان، پٽ تي سمهي رهندو هوس، جتان طالبن جي اچ وڃ گهٽ هوندي هئي. مدرسي ڏانهن نه وڃڻ جو سبب صرف اهو هو ته متان منهنجي پهچڻ تي استاد صاحب جن مانيءَ جي تڪليف ڪن يا ڪو شاگرد دوست، منهنجي لاءِ مانيءَ جي ڪوشش ڪري ۽ ان کي تڪليف پهچي.

حضرت مولانا رضا محمد صاحب، پنهنجي زوجه محترمه جي وصال کانپوءِ، هجرت ڪري اچي پريا ۾ رهيا. حضرت سهڻا سائين جن به پنهنجي استاد صاحب وٽ اتي ئي پڙهڻ لڳا.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا ڀيرا خانواهڻ کان پريا تائين پنڌ ويندو هوس. خانواهڻ کان پريا تقريباً ويهه ميل مفاصلو آهي.

پاڻ سمورو ديني علم پنهنجي هڪ ئي استاد وٽ پڙهيا.

## مولانا رضا محمد صاحب جو وصال

پڇاڙيءَ ۾ حضرت مولانا رضا محمد صاحب جن مڪه معظم اندر سڪونت اختيار ڪئي. حضرت قبله سهڻا سائين

جن ١٩٦٩ع ۾ جڏهن حج جي ارادي سان مڪي معظم پهتا ته سندن استاد صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته ڪافي زندگي گذري چڪي آهي، اوهان جو هيڏ اچڻ منهنجي لاءِ باعث برڪت ۽ رحمت آهي، تنهن لاءِ مون تي به پنهنجي نظر ڪرم ۽ باطني توجه فرمايو. حضرت قبله سهڻا سائين جن نهايت عاجزي ۽ انڪساريءَ سان جواب ڏنو ته هيءُ محبوب مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ جن جو پاڪ گهر ۽ وطن آهي. ساڳئي وقت اوهان به منهنجا محسن ۽ مهربان استاد آهيو، اڄ به مون کي اوهان لاءِ اها ئي عزت، ادب ۽ محبت آهي، مون کي معاف ڪندا.

آخر استاد صاحب جي گهڻي اصرار ۽ امر تي، پاڻ کين بيعت ڪري، نعمت باطنيءَ سان نوازيائون.

ڪجهه عرصي کان پوءِ حضرت مولانا رضا الله صاحب طائف اندر وصال فرمائي ويا ۽ مڪي معظم اندر کين مدفون ڪيو ويو. اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ.

## خاندان سان عقيدت

حضرت مولانا رضا الله صاحب جن جو داماد (نياڻو) درگاهه الله آباد شريف تي ايندو رهندو آهي. حضرت قبله سهڻا سائين جن پنهنجي استاد جي عزت احترام کي ملحوظ رکندي، سندن داماد جو به گهڻو احترام ڪندا هئا ۽ کين عزت جي نگاهه سان ڏسندي، سندن خدمت جو وڏو ۾ وڏو خيال رکندا هئا.

ياد رهي ته "راقم الحروف" کي به درگاهه شريف تي ان بزرگ جي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو آهي.

## عجيب وغريب خواب

ياد رهي ته "راقم الحروف" اڃان ننڍو هو، پڙهڻ

واري دور ۾ سال ١٩٥٣ع ۾ خواب ڏٺو ته هڪ وڏي جماعت آهي، جن جي چهرن تي سونهاريون رکيل ۽ مٿن تي پيارا پٽڪا ٻڌل هئا، وچ ۾ نوراني چهري سان هڪ سهڻو جوان ڏسڻ ۾ آيو جنهن جي هڪئي نظر دل کسي ورتي

پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته هيءَ ڳهريلو جي جماعت آهي.

پرهڻ واري دور ۾ نه اهو ملڪ ڏٺل هو ۽ نه وري اها جماعت ٻڌل هئي.

جڏهن ڦيريون ڦيرو درگاه رحمتپور شريف پهچڻ ٿيو ته آن نوراني جماعت کي ڏسندي، خواب واري حالت، حقيقت ۾ تبديل ٿي ويئي، الحمدلله! حضرت خواجه پير مٺار رحمة الله عليه جن جي چهره انور جي ديدار سان سيئي دک درد دور ٿي ويا، ۽ دل جي اهائي تانگهه ۽ طلب هئي ته اهو خواب وارو جوان ڏسان.

جو ڳهيءَ جا ڳايـوس، ستو هـوس ننـڊ ۾؛
تنهان پـوءِ ٿيوس، پـريـان ڀـنـدي ڀـڇري.

بس، اوچتو مسجد جي هڪ ڪنڊ مان آن محبوب جو ديدار ٿيو، دل ٻڌايو ته جنهن جوان کي ڳولهي رهيو هئين، اهو جوان هي آهي. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته هن جوان کي جماعت سڪ، محبت ۽ ادب وچان سهڻو سائين ڪري سڏيندي آهي.

## ڪامل مرشد جي تلاش

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جا وڏڙا به الله وارن جا پانديڙا، عاشق صادق ۽ عقيدتمند هئا، ان ڪري

نندپڻ ۾ ئي، سندن طبيعت مبارڪ جو ميلان، تصوف ۽ سلوڪ ڏانهن زياده هو.

فرمائيندا هئا ته پڙهڻ دوران، مون حضرت خواجه فضل علي قريشي رحمة الله عليه جن جي فيض برڪات جون ڳالهيون ٻڌيون هيون. دل ۾ ته گهڻو شوق ذوق رهندو هو، پر بزرگن جي طريقه عاليه اندر، خصوصاً ڪاڏڻ پيئڻ جي معاملي ۾ سخت پرهيز هوندي هئي، تنهن لاءِ ارادو ڪيم ته ظاهري ديني علم کان فارغ ٿي، بعد ۾ طريقه عاليه نقشبنديه اندر داخل ٿيندس.

فرمايائون ته هڪ پيري ڪنهن ڪم سانگي حيدرآباد وڃڻ ٿيو ته اوچتو ئي اوچتو، حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن سلاوٽ مسجد کان ٻاهر نڪتا. الحمدلله! هيءَ محبوبن جي پهرين زيارت هئي، جيڪا هن عاجز کي نصيب ٿي.

فرمايائون ته قاضي دين محمد، هن عاجز کي وٺڻ لاءِ پريا شهر ۾ آيو ۽ اتان هي عاجز، قاضي صاحب سان گڏ هالاڻي ويو، جتي حضرت خواجه پير قريشي رحمة الله عليه به آيل هئا.

هيءُ ٻيو پيرو هو، جو حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو.

فرمايائون ته هن عاجز سن ١٣٥٤ هه ۾ بيعت ڪئي، ذڪر پڇڻ سان جذبو ٿي ويو، جنهن جو اثر سالن جا سال طبيعت ۾ رهيو.

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو؛
سو مون سڀ چمار، اورڻ اهوئي ٿيو. (شاهه)

فرمايائون ته حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جو خليفو محمد موسيٰ جلالپور پير والا وٽ ستاويهين رجبيءَ جو

اجتماع ٿيندو هو، اتي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه به آيل هئا، هيءَ محبوبن سان ٽيون پيرو ملاقات ٿي.

## حضرت پير قريشيؒ جن جو وصال

فرمايائون ته حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي صحبت بابرڪت مان پڻ سبق حاصل ٿيا بعد ۾ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جلدي جلالدر ۽ دهليءَ جي سفر تي روانا ٿيا، پاڻ نهايت ڪمزور ٿي چڪا هئا، دوستن احبابن عرض ڪيو ته سائين! اوهان هن وقت سفر ڪرڻ جي لائق نه رهيا آهيو. پاڻ جواب ڏنائون ته آءٌ ڇا ڪريان، الله جي حبيب ﷺ جن جي طرفان هر وقت پيغام ٿو اچي ته: ”اي قريشي! اڄ ويهڻ جو وقت ناهي، اٿي دين اسلام جي تبليغ ڪر.“

ياد رهي ته حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جو هي آخري تبليغي سفر هو، پاڻ ايتري قدر ته ضعيف ٿي چڪا هئا، جو لاريءَ تي چڙهڻ وقت به مولانا نذير احمد صاحب کين سهارو ڏيئي ويهاريو هو، سفر دوران کين فالج جو اثر ٿي پيو ۽ واپس وطن پهچڻ تي بروز خميس پهرين رمضان المبارڪ سن ١٣٥٤هه مطابق ٢٨ نومبر ١٩٣٥ع ۾ دنيا مان وصال فرمايائون.

اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ.

## خاندان سان عقيدت ۽ محبت

حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جو خاندان، ڪڏهن سائين رؤف احمد شاه (حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جو داماد) سان ته ڪڏهن سائين رفيق احمد شاه

(حضرت رؤف احمد شاه جو فرزند) سان جڏهن هت سنڌ ۾ درگاه شريف تي تشريف فرما ٿيندو هو ته سندن هر طرح آجيان ڪئي ويندي هئي ۽ سندن رهائش لاء حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي حويلي مبارڪ حوالي ڪندا هئا ۽ پاڻ وري ڪنهن سادي سودي جڳهه ۾ رهندا هئا.

صاحبزادن جي روبرو پاڻ ڪڏهن به مصلي مبارڪ تي نه ويهندا هئا، بلڪ ڪين پنهنجو مصلو مبارڪ حوالي ڪندا هئا يا انهن لاء ڪنهن ٻئي مصلي جو انتظام ڪيو ويندو هو.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن تقرير دوران يا ڪنهن عذر سبب مٿي ڪرسيءَ تي ويهندا هئا ته پيرزادن لاء به ڪرسيون گهرائي، ڪين مٿي ويهاريندا هئا.

ياد رهي ته ڪافي عرصي تائين سائين رفيق احمد شاه کي حضرت قبله سهڻا سائين جن پنهنجي مدرسي اندر مُدرس ڪري رکيو ته جيئن سندن خدمت جو موقعو ملي سگهي.

الغرض حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي پيران طريقت جي اهل و عيال جي خدمت ۽ آدابن جو حق ادا ڪري ڏيکاريو.

# بيعت ثاني

فرمايائون ته حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي وصال کانپوءِ مون پنهنجي ڪوٽ خانواهڻ ۾ حضرت خواجهٔ خواجگان پير مٺا رحمة الله عليه جن جي بيعت ڪئي.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي به پيرا پيريا شهر ۾ دعوت ڪرائي ويئي، جتي منهنجو استاد حضرت مولانا رضا محمد صاحب به بيعت ٿيو. خانواهڻ ۾ مون پنهنجو سمورو خاندان طريقه عاليه ۾ داخل ڪرايو.

# خرقهٔ خلافت

فرمايائون ته ٽن يا چئن سالن کانپوءِ مونکي پنهنجي ئي ڳوٺ، تبليغ جي اجازت ملي. پوءِ ڀريائين ڳوٺ شهمير، چنبهاٽي، هماؤ، ناگور ۽ موجائين ۾ تبليغ لاءِ وڃڻ ٿيو.

ان کانپوءِ فقير خان محمد جي معرفت ڪڇي جي علائقي ۾ جاڙي ڪلهوڙي جي ڳوٺ ۽ آسپاس وڃڻ ٿيو. ان کانپوءِ مولوي بشير احمد صاحب جي استاد، مولانا عبدالڪريم ديروي وٽ، جيڪو مولوي الاهي بخش ابري وارن جو شاگرد ۽ وڏو عالم هو، قاضي ڳوٺ لڳ ميهڙ وڃڻ ٿيو. ان علائقي ۾ ان صاحب پنهنجي شاگردن وسيلي طريقه عاليه جي اشاعت ۾ ڪافي مدد ڪئي ۽ پنهنجو سمورو خاندان ذڪر ۾ داخل ڪرايو. اهڙي طرح هن سڄي علائقي ۾ گهڻو رنگ لڳو.

# عاشق آباد جو بنياد

معلوم هجي ته حضرت مرشد مربي محبوب رحمتپوري رحمته الله عليه جن جي مستقل رهائش ۽ درگاه شريف پنجاب ۾ هئي. پاڻ تبليغ جي خيال کان هتي سنڌ ۾ ايندا هئا.

حضرت پير مٺا رحمته الله عليه فرمائيندا هئا ته منهنجو پير حضرت خواجه فضل علي قريشي رحمة الله عليه فرمائيندو هو ته درگاه شريف لاءِ اهڙي جڳهه هجي، جنهن جي هڪ طرف کان آبادي هجي ته ٻئي طرف کان وري جهنگل هجي. پوءِ جهڙي جاءِ منهنجي پير جي طبيعت چاهيندي هئي، اهڙي جڳهه رب پاڪ پنهنجي فضل و ڪرم سان هن فقير کي ڏياري.

حضرت قبلہ **سهڻا سائين** رحمۃ الله عليه جن به جماعت سان گڏ پنڌ ڪري، اتي پهچندا هئا ۽ رات ڏينهن لنگر جي ڪم ۾ مست ۽ مگن هوندا هئا. لنگر جي ڪم بابت حضرت سهڻا سائين جن جا عجيب و غريب نظم ٺهيل آهن، جيڪي اڄ به فقيرن کي ياد آهن. لنگر جو گارو ٻانهن جي ٽيڪن تي، پٺيءَ تي ڍوئيو ويندو هو.

**بهرحال** جنهن وقت ڪجهه جايون تيار ٿيون ته حضرت پير قريشي رحمۃ الله عليه جن پاڻ به ان جاءِ تي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ جڳهه پسند ڪري، فرمايائون ته اسان جي به دل گهرندي هئي ته مهڙي جاءِ هجي. الحمد لله! جو وري به اهڙي جاءِ اوهان کي هٿ آئي، اوهان جي جاءِ گويا اسان جي پنهنجي جاءِ آهي.

**ياد** رهي ته هن جاءِ تي سرن جا ٻوڙا تمام گهڻا هئا. حضرت پير قريشي رحمۃ الله عليه جن ڪجهه وقت جهنگل ۾ گهمندا رهيا، جنهن وقت واپس آيا، فرمايائون ته اسان کي هن جهنگل ۾ لطف به پئي آيو ۽ ٻوڙن مان نور وسندي نظر به پئي آيو. پوءِ ساري جماعت، جيڪا حضرت صاحب جن سان سفر ۾ گڏ آيل هئي، انهن کي گهرائي، ڪانئن صلاح مشوره پڇيائون ته هن جاءِ جو نالو ڪهڙو رکجي. سڀني جدا جدا نالا ٻڌايا. انهيءَ وچ ۾ هندوستان جي هڪ مولوي صاحب عرض ڪيو ته سائين! هن ڳوٺ جو نالو "**عاشق آباد**" رکجي، ڇو ته هن شهر جو بنياد رکندڙ، اوهان جو هڪ عاشق آهي. حضرت صاحب جن کي اهو نالو ڏاڍو پسند آيو ۽ ان جاءِ جو نالو "**عاشق آباد**" رکيو ويو. انهيءَ جهنگل ۾ جتي به پاڻ پنهنجا قدم مبارڪ گهمايا هئائون، اها سموري زمين شهر جي آباديءَ هيٺ اچي ويئي.

رات ڏينهن جوش جذبي ۽ ذڪر جون تنوارون هونديون هيون، فقيرن حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي شان ۾ ڪافي بيت ۽ غزل ٺاهيا هئا.

# دين پور شريف

پاڪستان بڻجڻ کان هڪ سال اڳ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه هن ڳوٺ ۾ تشريف فرما ٿيا. جهتوٽيڪ هيءُ ڳوٺ وڏي جهنگل اندر، درياه جي ويجهو ڪچي ۾ هو، جتي اچڻ وڃڻ لاءِ سواريءَ جي ڪابه سهوليت ڪانه هئي، تڏهن به پاڻ انهن ماڻهن جي خاطر اتي رهي پيا.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن فرمايو ته جيئن هنن فقيرن الله جي خاطر پنهنجو گهر وطن، مال ملڪيت ۽ مٽ مائٽ ڇڏيا آهن ۽ مهاجر ٿي هيءَ غير آباد زمين تي اچي رهيا آهن، اسان به پنهنجو ديس وطن ڇڏي، هنن سان گڏ مهاجر ٿي رهون ٿا. پوءِ اتي جماعت جو هڪ وڏو اجتماع ٿيو، جنهن ۾ هن ڳوٺ جو نالو ”دين پور“ انتخاب ڪيو ويو. پاڻ فرمايائون ته هيءُ نالو تمام موزون آهي، ڇو ته هي ڳوٺ محض دين جي خاطر تعمير ٿيو آهي. هيءَ اهي ئي ماڻهو رهيا آهن، جن جو مقصد به صرف دين آهي، ڇو ته دنيا جي هيءَ ڪابه سهوليت ڪانهي. پاڻ ان ڳوٺ ۾ اٽڪل ٽي چار سال رهيا. ان وقت هر طرف کان جماعتون اينديون هيون ۽ خاص ڪري ڪچي جا ماڻهو، جن جو ڌنڌو چوري هو، اهي چوريءَ کان تائب ٿي نيڪوڪار بڻجي ويا.

ياد رهي ته هيءَ تبليغ ۽ جماعت حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي هئي. حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جو پنجاب ڇڏي، سنڌ ۾ رهڻ به حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي محبت ۽ صداقت جو صدقو هو.





# محبت جو مقام

(حضرت قبله خواجه غريب نواز **سهڻا سائين** رحمة الله عليه)

**عامل** قرآن، متبع سنت، الله وارن بزرگن جي صحبت فرض آهي. الله تعاليٰ جي برگزيده بنده کي پنهنجي هدايت لاءِ رهنما سمجهي، اُن سان قلبي تعلق ۽ محبت رکڻ نہ رڳو جائز آهي بلڪ ضروري آهي.

جيتري قدر پنهنجي شيخ سان قوي تعلق هوندو، ايتري قدر مريد کي باطني فيض ۽ فائدو حاصل ٿيندو.

**حقيقي** پير اهو آهي، جنهن جو اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، سڀ الله تعاليٰ ۽ ان جي حبيب ﷺ جن جي فرمان موجب هجي. اهڙي مرشد ڪامل جي محبت شرڪ بدعت نہ، بلڪ عين رسول الله ﷺ جن جي محبت آهي ۽ حضور اڪرم ﷺ جي محبت عين الله تعاليٰ جي محبت آهي.

**هر مريد** کي پنهنجي مرشد سان محبت هوندي آهي، بغير محبت ۽ تعلق جي ڪوبہ مريد باطني فيض ۽ فائدو حاصل ڪري نٿو سگهي؛ پر هن صديق صفت، عاشق صادق، حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه کي صديق اڪبر جيان ٻين مريدن کان زياده، پنهنجي مرشد هادي رحمتپوري رحمة الله عليه سان محبت هئي.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي پوري جماعت ۾، جيڪا لکن جي تعداد ۾ هئي، حضرت سهڻا سائين کي پير جو پروانو، عاشق صادق ۽ سچو خدمتگار ڪري سمجهيو ۽ سڏيو ويندو هو. سندن انهيءَ سڪ صداقت ۽ ان جي موٽ ۾ وري مرشد مربيءَ وٽ مقبوليت ۽ رضامندي کي ڏسي، ٻين سڪ وارن کي به رشڪ ٿيندي هئي. ٻئي طرف وري حاسدن کي حسد ٿيندو هو. آخر ڪن ناعاقبت انديش حاسدن چند مرتبا حضرت پير مٺا رحمة الله عليه کي متن ناراض ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي، مگر جلد ئي حقيقت حال آشڪار ٿي انهن جا ناپاڪ منصوبا مٽيءَ ۾ ملي ويا.

شروع ۾ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه ڏهرڪي ۽ سکر جي علائقي ۾ تبليغ لاءِ آيا ۽ ڪافي محنت سان تبليغ ڪيائون مگر ڪو خاطر خواهه نتيجو ظاهر نه ٿيو. آخر پنهنجي مرشد مربي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه کي عرض ڪيائون ته سائين! سنڌي ماڻهو بي قدر آهن، محنت گهڻي ڪيون ٿا، وقتي طور تي ڪجهه ماڻهو ذڪر به پڇن ٿا پر ڪجهه ڏينهن ترسي جڏهن ٻيهر دفعي اتي وڃون ٿا ته ڇڻ سڻونهان ئي نه آهن. پاڻ اهو ٻڌي رنجش مان فرمايائون ته پوءِ اهڙن بي قدرن وٽ وڃڻ جي ضرورت نه آهي، هي دنيا جا طالب آهن، ديني فائدو نه وٺندا.

ڪجهه ڏينهن بعد جڏهن سنڌ جا ڪجهه ماڻهو بـاعيال مسڪين پور شريف پهتا، جن ۾ هڪ نيڪ پارسا عورت اهڙي به هئي، جيڪا ڏينهن جو لنگر جو ڪم ڪار ڪندي هئي ته رات وري ذڪر فڪر، عبادت ۽ خوف خدا ۾ رڌندي گذاريندي هئي. ان مائي صاحبه جي سڪ ۽ صداقت کي ڏسي هڪ دفعي حضرت پير قريشي رحه ان عورت کان پڇيو ته مائي صاحبه توکي اولاد آهي؟ (اڪثر عورتون اولاد واسطي پيرن فقيرن ڏي پند

ڪري دعائون گهرائيندئون آهن) ان عورت چيو ته سائين نه، تنهن تي پاڻ فرمايائون ته صبحاڻي توکي تعويذ لکي ڏينداسين، اميد ته الله تعاليٰ توکي اولاد عطا فرمائيندو.

اهو ٻڌي هن خدا جي پياري ٻانهي روئي عرض ڪيو ته سائين! آءٌ هيتِ اولاد واسطي نه آئي آهيان، مون لاءِ دعا گهرو ته الله تعاليٰ جي محبت حاصل ٿئي. بس اهو ٻڌي پاڻ ايترو ته خوش ٿيا جو ان وقت ئي مسجد ۾ آيا ۽ فقيرن کي گڏ ڪري، سنڌ جي نيڪ عورت جي مٿين ڳالهه ٻڌائي، خوش ٿيندي، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون ته جڏهن سنڌ جي هڪ عورت جي دل ۾ خدا تعاليٰ جي محبت، معرفت ۽ طلب آهي ته مونکي يقين آهي ته مردن مان به ڪي ڪارائتا ڪٺا لڀي پوندا، جيڪي هن نعمت جو قدر ڪندا. اها پيشنگوئي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن تي پوري ٿي.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جو سنڌ ۾ اچڻ، تبليغ ڪرڻ، وطن کان هجرت ڪري، تاحيات سنڌ ۾ رهڻ، هي سڀ ڪجهه حضرت سهڻا سائين جن جي قلبي محبت، ايثار قرباني ۽ اخلاص جو ئي صدقو آهي.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته "ايهو جوان ميڪون سنڌ وچ گهن آيا". اهو ئي جوان هو، جنهن مونکي سنڌ ۾ آندو.

ڪنهن سستي يا غفلت سبب جماعت تي ناراض ٿيندا هئا ته اڪثر تنبيهه ڪندي فرمائيندا هئا ته اوهان سنڌي بيقدر آهيو، اوهان ڏڳن کي هن نعمت جو ڪهڙو قدر. ڪڏهن ڪڏهن خلفاء ڪرام کي خلاصو گهرائي فرمائيندا هئا ته اوهان سنڌين ۾ صرف هڪ مولوي صاحب (سهڻا سائين) آهي جنهن مونکي هيتِ آندو آهي، هن جي ڪري ئي هي عاجز هتي رهيل آهي، هاڻي اوهان سڀئي پٽڪا لاهي، هن جي پيرن تي رکو ته وري مونکي پنجاب پهچائي اچي.

**هڪ پيري ڪريءَ جي موسم ۾ ڪوئٽه اندر** حضرت پير مٺا رحمت الله عليه ڪنهن ڳالهه تان سخت ناراض ٿي پيا. فرمايائون ته اسان سنڌ ۾ پوري محنت سان گهڻو وقت تبليغ ڪئي آهي، پر سنڌين ۾ هن نعمت جو قدر نه آهي. اسان هاڻي هتان ئي پنجاب هليا وينداسون، واپس سنڌ ڏي هلڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. سندن رنجش آميز الفاظ ٻڌڻ سان سيني جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي. حضرت سهڻا سائين سميت سيني نهايت عاجزيءَ سان معافي طلب ڪري، واپس سنڌ هلڻ لاءِ عرض ڪرڻ لڳا. حضرت پير مٺا رحمت الله عليه، سهڻا سائين جن ڏانهن متوجه ٿي فرمايائون: ”تون رنج نه ٿي، تون ڇا راضي ٿي، تون ته اساڏا هين، تون ته اساڏے نال هوسين“. تون ڏک نه ڪر، ڪٿي هن ڳالهه تي راضي ٿي، تون ته اسان جو آهين ۽ اسان سان گڏ هوندين. بهرحال حضرت سهڻا سائين جن جي محبت، حضرت پير مٺا رحم ڪي پيهر واپس رحمتپور شريف آندو.

**حضرت قبله سهڻا سائين رحمت الله عليه جن سان جيڪا** حضرت پير مٺا رحمت الله عليه جي محبت هئي اها ڪا لڪل ڇپيل نه، بلڪ پوري جماعت اڳيان سج کان به زياده واضح ۽ روشن هئي. اهوئي سبب هو جو جيتوڻيڪ حضرت قبله سهڻا سائين رحمت الله عليه ۾ ڪمال درجي جي نوڙت نهٺائي هئي، ڪو ظاهري نٺ ٺانگر يا وڏائي نه هئي ۽ نه وري ڪڏهن پاڻ کي چمڪائڻ، نمايان ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون بلڪ هميشه پاڻ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. اٿڻ ويهڻ توڙي لنگر جي ڪم ڪرڻ مهل عام فقيرن سان گڏ هوندا هئا ۽ مجلس اندر به حضرت پير مٺا رحمت الله عليه جن جي پرسان، پوئتي تي ويهندا هئا. تاهم به سموري جماعت جي سائڻ

بي حد عقيدت ۽ محبت هئي، پين خليفن کان وڌيڪ سندن ٿي ادب احترام ڪندا هئا.

ڪڏهن به سفر حضر ۾ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه سندن ڏکهي جدائي برداشت ڪري نه سگهندا هئا. جيڪڏهن حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه کنهن ڪم ڪار لاءِ موڪلائي ٻاهر سفر ۾ ويندا هئا ۽ واپسي ۾ دير ٿي ويندي هئي ته حضرت پير مٺا رحه کي گهڻو انتظار رهندو هو، بار بار پڇا ڪندا هئا ته اڃان مولوي صاحب (سهڻا سائين) ڪونه آيو. ڪيترا ڀيرا ائين به ٿيو ته حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه تبليغ يا لنگر جي ڪم جي سانگي سفر ۾ ويا ۽ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن ماڻهو موڪلي کين واپس گهرائي ورتو.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه ست سال برابر گرمين ۾ ڪوئٽه ويندا رهيا، هر دفعي حضرت سهڻا سائين ٻـڻ باعيال ساڻن گڏ ويا.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه ڪافي عرصو ڳوٺ رحمتپور تعلقه ڪنڊيارو ۾ رهيا هئا، جڏهن ته حضرت خواجه غريب نواز پير قريشي رحه به آن ڳوٺ ۾ تبليغ خاطر ڪجهه ڏينهن رهيا هئا. اتي رهـڻ دوران، هڪ دفعي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جماعت کي خطاب ڪندي فرمايو ته هڪ ڀيري حضرت مولانا عبدالغفور مدني رحه (جيڪو حضرت صاحب جن جـو پير ڀائي ۽ حضرت پير قريشي رحه جي اعظم خليفن مان هو) مون کان پڇيو ته مولوي صاحب! توهان ايترو سارو وقت سنڌ ۾ محنت سان تبليغ ڪندا رهيا آهيو، ٻڌايو تـه آن مان ڪيترو ديني فائدو ٿيو آهي، اوهان جي محنت جو ڪو نتيجو ظاهر ٿئي ٿو يا نه. حضرت پير مٺا رحه فرمايو تـه مون کين جواب ڏنـو تـه هائو، منهنجي انهيءَ محنت جـو سٺو نتيجو ظاهر ٿيو آهي، منهنجي

سموري محنت ۽ ڪمائيءَ جو نتيجو هڪ مولوي صاحب (سهڻا سا ءِ) آهي.

حضرت قبله **سهڻا سائين** رحمة الله عليه، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي مجلس ۾ ويجهو يا سامهون ويهڻ بجاءِ، پين ڪان گهڻو پوئتي ويهندا هئا. نهايت ادب سان متوجه ٿي، ائين خاموش ٿي ويهندا هئا، جيئن حديث شريف ۾ صحابه ڪرام جي باري ۾ آيو آهي: "كَانَ عَلىٰ رُؤُسِهِمُ الطُّيُوْرُ". جڻ ته انهن جي مٿن تي پکي ويٺا هجن جو انهن جي اڏامي وڃڻ جي خوف کان خاموش ٿي، آرام سان ويٺا هجن.

**اديب** ايترا هئا جو حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي اڳيان بنا ضرورت جي ڳالهه ٻولهه يا ڪو عرض نه ڪندا هئا ۽ نه وري درگاه شريف تي تقرير ئي ڪندا هئا، صرف چند مرتبه، حضرت پير مٺا رحه جي فرمان سان مختصر تقرير ڪيائون ۽ ان ۾ به مٿن جذبي ۽ گرميءَ جي حالت ايتري قدر ته غالب هئي جو گهڻي ڀاڱي صرف غزل ۽ شعر پڙهندا هئا، جيڪي پاڻ پنهنجي پير ڪامل جي شان ۾ ناهيا هئائون.

**پاڻ** پنهنجي پير جي تعريف ۾ عشق، محبت، سوز و گداز وارا پُر تاثير غزل ۽ شعر ناهي پڙهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن حضرت پير مٺا رحمة الله عليه کين سڏي پنهنجي روبرو غزل پڙهڻ جو حڪم ڪري، حضرت محبوب مصطفي صلى الله عليه وسلم ۽ عاشق رسول حضرت حسان رضه جي ياد تازي ڪندا هئا.

**غزل** پڙهندي، موقعي جي مناسبت سان مرشد مربيءَ ڏانهن هٿ جا اشارا ڪري، حاضرين مجلس جو من موهيندا هئا ۽ سامعين تي به وجد ۽ گرميءَ جي حالت طاري ٿي ويندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن مولانا **جان محمد** صاحب به ساڻن گڏ غزل چوُرائيندا هئا.

غزل ڳائڻ جو ڪين ايترو ته تجربو، ملڪو ۽ خداداد صلاحيت هئي جو بغير ڪنهن سوچ ويچار جي موقعي موافق غزل ڳائي، اتي ئي پڙهندا هئا. حضرت سيد نصيرالدين رحمة الله عليه جن هڪ دفعي جو واقعو ٻڌايو ته ڪمال ديري کان، چانڊوڪي رات ۾ ٻيڙيءَ تي سوار ٿي، درياهه جي رستي دين پور شريف وڃي رهيا هئاسين. چنڊ پنهنجي آب و تاب سان ملڪ کي روشن ڪري رهيو هو ته حضرت سهڻا سائين جن چمڪندڙ چنڊ ڏي ڏسي، وري پنهنجي مرشد مربيءَ جي رشڪ قمر، چهري انور ڏانهن نظر ڪري، هي شعر ڳائي، اتي ئي پڙهڻ شروع ڪيو:

ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن و جمال؛
آيو نور سج چنڊ جي کي زوال؛
حسن تنهنجو سهڻا ڪمال در ڪمال؛
پيرا مٺا سائين پير مٺا وه پير مٺا.

غزل ڪافي ڏکيو هو، جنهن جي ٻڌڻ سان اسان تي به عجيب ڪيفيت ۽ مستيءَ جي حالت طاري ٿي، اڄ به اهو منظر اکين اڳيان ڦري رهيو آهي.

# فنائيت

الله تعاليٰ جلشانه، ان جي پياري رسول مقبول ﷺ، قرآن وسنت موجب زندگي بسر ڪندڙ بزرگن جي محبت ۾ گم ٿي، پنهنجي پاڻ کي ڪجهه نه سمجهڻ، پنهنجي سڀني خيالن ۽ خواهشن کي انهن جي تابع بنائڻ جو، طريقت ۾ نالو فنائيت آهي.

سيدي و مرشدي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي ترتيب وار، فنا في الشيخ، فنا في الرسول، فنا في الله جا

ڏي ٿي درجا حاصل هئا، جن به سندن صحبت ڪئي آهي، انهن جي اکيان هيءَ حقيقت سج کان به زياده روشن آهي ته سندن مال ملڪيت، جند جان، گهر وطن، سڀ الله تعاليٰ، الله جي حبيب ﷺ ۽ پنهنجي پياري پير ڪامل تان قربان هئا. پنهنجي پوري زندگي، انهن پيارن جي قرب، محبت، عشق ۽ اطاعت ۾ گذاريائون. سڀ ڪجهه هجڻ جي باوجود، پنهنجي پاڻ کي ڪجهه به نه سمجهندا هئا. جڏهن ڪو مضمون، خط وغيره لکندا هئا ته آخر ۾ "لا شيءِ فقير الله بخش غفاري فضلي" جي عاجزي وارن اکرن سان دستخط ڪندا هئا. پنهنجي هڪ غزل ۾ فنائيت حاصل ٿيڻ لاءِ هن نموني عرض ڪيو اٿن.

تنهنجي محبت، تو کان گهران، تو ۾ فنائيت ٿئي نصيب؛
يا الله بخش مونکي رابطو سندو پرين.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي اڻٿڪ ڪوشش سان تبليغي ڪم جو دائرو تمام گهڻو وسيع ٿي ويو. پاڪستان کان علاوه ٻاهرين ملڪن ۾ به پنهنجا خلفاء ڪرام موڪلي، دين اسلام جو پيغام پهچايائون. تبليغي سرگرمين جا خط به روزانو ايترا ته ايندا هئا جو ڪڏهن ته ڏينهن ۾ ٻه يا ٽي دفعا پڙهڻ سان به پورا ڪونه ٿيندا هئا. پر قربان وڃان سندن ڪمال ۽ ڪسر نفسيءَ تان، جو ايتري ڪامياب ديني ڪوشش جي باوجود ڪڏهن به صاف لفظن ۾ ته ٺهيو، پر اشاري سان به ائين نه چيائون ته منهنجي ڪوشش سان هيترو ديني ڪم ٿيو آهي، بلڪ هر تقرير ۾ فرمائيندا هئا ته الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم، حضور اڪرم ﷺ جي نظر ڪرم ۽ پيران ڪبار رحمهم الله تعاليٰ عليهم اجمعين جي باطني توجه ۽ منهنجي مرشد مربي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي طفيل هيترو دين جو ڪم ٿي رهيو آهي، هن ۾ منهنجو ڪو ڪمال ڪونهي.

بس، ڪم ڪرڻ وارا پاڻ ڪم ڪري رهيا آهن، ”جيءَ تنين کي، جن جيءَ سيڪاريو.“

حضرت سهڻا سائين رحه جي ڪرامتن جو به اڻ کٽ سلسلو جاري هو، ڪافي ماڻهو روبرو اچي ڪرامتون بيان ڪندا هئا، ڪي وري خطن ذريعي لکندا هئا ته هتي سائين جن جي هيءَ ڪرامت ظاهر ٿي آهي. پاڻ فرمائيندا هئا ته هيءَ منهنجي مرشد هاديءَ جي ڪرامت آهي.

## خوف جو مقام

جيئن مٿي بيان ٿي آيو آهي ته حضرت سهڻا سائين جن کي جيتري گهڻي حضرت پير مٺا رحه سان محبت هئي، اوترو ئي کين قرب پڻ حاصل هو. حضرت پير مٺا رحمة الله عليه سندن گهڻو خيال رکندا هئا ۽ سفر حضر ۾ پاڻ سان گڏ رهائيندا هئا. ان هوندي به حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه ڪڏهن به سائن حجت نه ڪئي، بلڪ بين کان وڌيڪ کين مرشد ڪامل جو ڊپ هوندو هو. جڏهن به حضرت پير مٺا رحه، سهڻا سائين جن جو نالو وٺي سڏ ڪندا هئا ته سراپا عشق محبت، حضرت سهڻا سائين جن جي بدن مبارڪ تي لرزش طاري ٿي ويندي هئي. ڪجهه ڪڇڻ بغير پاڻهون پڌي ادب سان اچي اڳيان ويهي رهندا هئا.

”راقم الحروف“ کي ياد آهي ته ان وقت ائين معلوم ٿيندو هو، جيئن ڪو مجرم فيصلي ٻڌڻ لاءِ قاضيءَ جي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيو هجي.

حقيقت ۾ مريد به اهوئي آهي، جنهن کي پنهنجي پير جو ايترو ڊپ هجي. حضرت سهڻا سائين جن کي حضرت پير مٺا رحه جن جي روبرو ڳالهائڻ به تمام ڏکيو لڳندو هو.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جڏهن به ڪنهن فقير يا خليفي تي رنج ٿيندا هئا ته ان ڪان زياده پريشاني

حضرت سهڻا سائين جن کي ٿيندي هئي. پاڻ يڪدم وجد مستي ۽ بي خوديءَ جي عالم ۾ رئندي، اٿي عرض ڪندا هئا ته فقيرو! هي الله تعاليٰ جي رحمت جو هڪ ڪڪر اسان توهان تي وسي رهيو آهي، اسان ابوجهه نالائق سنڌين تي ڪرم نوازي ڪري اچي هيت رهيا آهن، نه ته اسان اوهان جا مهاندا اهڙا نه هئا. ڇا! اسان توهان اڳي به نيڪ هئاسين؟ خدا ۽ رسول جي ڪا خبر هئي-؟ سنڌن اچڻ سان ئي اسان توهان کي نماز، روزو ۽ ٻيا نيڪيءَ جا ڪم نصيب ٿيا آهن. اج قدر ڪرڻ جو وقت آهي نه ته پوءِ هٿ ملڻا پوندا؛ پر هٿ ڪجهه به نه ايندو. اهو چئي پير جي تعريف ۾ پنهنجا ناميل پُر تاثير غزل پڙهندا هئا. حضرت پير مٺا رحمة الله عليه متوجه ٿي ٻڌندا هئا، جنهن بعد حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي رنجش گهٽ ٿيندي هئي ۽ پُر جلال چهري مبارڪ جي رونق دوبالا ٿي ويندي هئي ۽ پاڻ هي فرمائيندا هئا: "تساڈے اتے ايں مولوي صاحب دا احسان هے ابهوئي ميڪون سنڌ ۾ وچ گهن آيا هے." هن مولوي صاحب جو توهان تي احسان آهي، اهوئي مونکي سنڌ ۾ وٺي آيو آهي ۽ انهيءَ ئي مونکي سنڌ ۾ رهايو آهي نه ته هي عاجز اوهان وٽ هڪ ڏينهن به رهي نه سگهي.

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي پنهنجي اعمال صالح، تقويٰ، پرهيزگاري يا خوف خدا تي ناز نه هو پر کين پنهنجي مرشد ڪامل جي وجود مسعود تي ناز هو، جنهن جو اظهار هن شعر ۾ فرمايو اٿن:

الله بخش عصيان، جي مون ڪيا هن؛
عمل مون عبادت، ذرو نا ڪيا هن؛
مگر پير ڪامل، هٿ مون ڪيا هن؛
ڇڏيندا نه خالي، هي ڪوجهو يا ڪارو.

لاشيءِ فتح محمد
طاهري بخشي غفاري مجددي نقشبندي



(۵۰)

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

حضرات نقشبندیہ مجددیہ فضلیہ عالیہ

# اجازت نامہ

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

یٰاَیُّھَا الَّذِیْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰہَ وَابْتَغُوْا اِلَیْہِ الْوَسِیْلَۃَ وَجَاھِدُوْا فِیْ سَبِیْلِہٖ لَعَلَّکُمْ تُفْلِحُوْنَ۔ اَلْمُجَاھِدُ مَنْ جَاھَدَ نَفْسَہٗ فِیْ طَاعَۃِ اللّٰہِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ، وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی حَبِیْبِہٖ سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ وَاٰلِہِ الطَّاھِرِیْنَ وَاَصْحَابِہِ الطَّیِّبِیْنَ اَجْمَعِیْنَ اِلٰی یَوْمِ الدِّیْنِ ○

امّا بعد، میگوید فقیر حقیر لاشی محمد عبد الغفار از اولاد حضرت چنڑ پیر قدس سرہ العزیز کہ ایں عاجز خاکسار ذرہ بے مقدار در سلسلہ خاندان

نقشبندیہ مجددیہ فضلیہ داخل شدہ، علم سلوک تا دائرہ لاتعین از حضرت قطب الارشاد خواجہ خواجگان پیر پیران غوث الاعظم مجدد منور مأۃ اربعۃ عشر نائب نبی خیر البشر علیہ وعلیٰ آلہٖ من الصلوات افضلہا ومن التحیات اکملہا سیدی وسندی قبلہ عالم **محمد فضل علی** قریشی ہاشمی عباسی قلبی وروحی فداہ ابی وامی فداہ حاصل نمودہ وشرف اجازت از آنحضرت قرۃ عینین محبوب سبحانی یافتہ وبرائے تحقیق سلسلہ شریف موجود است، پس ازایں عاجز لاشئی برادر طریقت جناب مولانا مولوی **اللہ بخش** صاحب عباسی سندھی علم سلوک وجذب وحالات وواردات صحیح حاصل نمودہ وتکمیل تعلیم طریقۂ عالیہ تا دائرہ لاتعین حاصل کردہ۔ برائے تعلیم اسم ذات وعلم سلوک برائے طالبان مولیٰ وبرائے خدمت اسلام بموجب ضرورت **اجازت مطلقہ** دادہ شد۔

مزید بریں معروض است کہ ایں ادارہ تبلیغ محض حسبۃً للہ قائم کردہ شدہ ست وامید دارم کہ اگر من نمانم ایں بماندپس برائے قیام ایں ادارہ از جمیع حضرات خلفاء کرام **مولینا موصوف** را زیادہ تر لائق وصاحب نسبت واطاعت وصاحبِ کمالات وبرکات دانستہ **قائم مقام** خود کردہ می شود باید کہ ازیں صاحب حضرات خلفاء کرام وتمامی جماعت بیعت کردہ حصول فیوض وبرکات طریقہ عالیہ کنند وسعی بلیغ در تبلیغ واشاعت طریقہ عالیہ لوجہ اللہ فرمایند۔ اگر ایں چنیں عمل پیرا شدند انشاء اللہ العزیز فیوض وبرکات طریقۂ عالیہ مثل ابر باراں می بینند۔ جَزَاکُمُ اللّٰہُ اَحْسَنَ الْجَزَاءِ۔

وَمَا عَلَیْنَا اِلَّا الْبَلَاغ

لاشئی فقیر محمد عبد الغفار فضلی

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# حضرات نقشبنديه مجدديه فضليه عاليه جو

# اجازت نامون

امّا بعد، حضرت پير ڇنڊڙ رحمة الله عليه جي اولاد مان هڪ فرد فقير حقير **محمد عبد الغفّار** عرض ٿو ڪري ته هي عاجز خاڪسار، ذره بيمقدار سلسلہ عليه خاندان نقشبنديه مجدديه فضليه ۾ داخل ٿي، تا دائره لا تعين تائين علم سلوڪ، حضرت قطب الارشاد خواجهء خواجگان پيرِ پيران غوث الاعظم مجدد منور مأة اربعة عشر نائب نبي خير البشر عليه و علي آلہ من الصلوات افضلها و من التحيات اڪملها سيدي و سندي قبله عالم حضرت **محمد فضل علي** قريشي هاشمي عباسي قلبي و روحي فداه، ابي و امي فداه جن کان حاصل ڪيو ۽ اجازت (خلافت) جو شرف انهيءَ ئي اڪين جي ٺار، محبوب سبحانيءَ کان حاصل ٿيو ۽ سلسلي شريف جي واڌاري لاءِ موجود آهي.

پوءِ هن عاجز لاشيءِ کان، طريقت جي ياءِ جناب مولانا مولوي **الله بخش** صاحب عباسي سنڌي، علم سلوڪ، جذب، حالات ۽ واردات صحيح حاصل ڪيا ۽ طريقہ عاليه جي دائره لا تعين تائين پوري طرح تعليم حاصل ڪئي. ڪين ضرورت موجب، اسم ذات ۽ طالبانِ مولا لاءِ علم سلوڪ جي تعليم ۽ اسلام جي خدمت لاءِ **عام اجازت** (خلافت) ڏني ويئي آهي.

هن کان وڌيڪ عرض ته هي اداره خاص الله تعاليٰ جي رضا خاطر تبليغ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي.

مونکي اميد آهي ته جيڪڏهن آءٌ (هن دنيا تي) نه رهيس ته هي رهندو. تنهنڪري هن اداري جي قائم رکڻ لاءِ

سڀني خلفاء ڪرام مان زياده لائق ۽ صاحب نسبت، اطاعت ۽ صاحب ڪمالات ۽ برڪات سمجهي ڪري مولانا موصوف کي پنهنجو قائم مقام ڪريان ٿو.

سڀني خلفاء ڪرام ۽ سموري جماعت کي گهرجي ته هن صاحب جي بيعت ڪري ڪائنن طريقه عاليه جا فيوض و برڪات حاصل ڪن. خاص الله تعاليٰ جي رضا لاءِ تبليغ ۽ اشاعت طريقه عاليه لاءِ گهڻي ڪوشش ڪن. جيڪڏهن انهيءَ نموني عمل ڪيو ويو ته انشاءَ الله تعاليٰ طريقه عاليه جا فيوض و برڪات بارش وانگر وسندي ڏسندا.

شال! الله تعاليٰ اوهان کي سهڻو بدلو عطا فرمائي. اسان تي پيغام پهچائڻ سواءِ ڪو بار نه آهي.

## الشيء فقير محمّد عبد الغفّار فضلي

**نوٽ:** واضح هجي ته حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي ٻئي ڪنهن به خليفي صاحب جي اجازت نامه تي **"اجازت مطلقه"** جو لفظ لکيل نه آهي، ڇو ته اجازت مطلقه جو مطلب هي آهي ته اهو خليفه صاحب پنهنجي طرفان ڪنهن ٻئي کي به اجازت (خلافت) ڏيئي سگهي ٿو.

٢. ان کان علاوه **"قائم مقام"** جو لفظ به صرف حضرت قبله سهڻا سائين جن لاءِ ئي استعمال ٿيل آهي ۽ صاف لفظن ۾ هي به ارشاد فرمايائون ته اسان ڪانپوءِ تمام خلفاء ڪرام ۽ سموري جماعت سندن ئي بيعت ڪري.

٣. آخر ۾ قلبي بصيرت رکندڙن کي هيءَ به بشارت ڏنائون ته جيڪڏهن منهنجي مٿين نصيحت تي عمل ڪيو ويو ته انشاءَ الله تعاليٰ هن طريقه عاليه جا فيوض و برڪات بارش وانگر وسندي ڏسندو. سخن مقبلان را رد نباشد.

اڄ به جيڪڏهن انصاف ۽ ايمان جي اک سان ڏسبو ته حضرت خواجه غريب نواز **پير مٺا** رحمة الله عليه جن جي مٿين پيشنگوئيءَ کي حضرت قبله **سهڻا سائين** جن پنهنجي قول ۽ فعل ذريعي صحيح، سچو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي، جنهن جو احوال، اوهان جي اڳيان هن ڪتاب **"سوانح حيات حضرت سهڻا سائين"** اندر موجود آهي.

نه رڳو ايترو پر حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي فيض جي نوراني جهلڪ ۽ زنده تصوير، سندن نور نظر لخت جگر، حضرت قبله صاحبزاده سائين **محمد طاهر** مدظله العالي جن اڄ به اسان وٽ موجود آهن:

اڄان ڪي آهين، ڪلجڳ ۾ ڪاپڙي؛
لالائيءَ جو لطيف چئي، پيا رنگ لائين؛
ماڻهو موڙائين، نيت آهر ڪپڙا.

**نوٽ:**

اجازت نامه جي اصل ڪاپي حضرت صاحب جن وٽ محفوظ آهي ۽ ان جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي **"راقم الحروف"** وٽ موجود آهي.

لاشيءِ **فتح محمّد**

طاهري بخشي غفّاري مجددي نقشبندي

بسم الله الرحمٰن الرحيم

باب ڏيون:




## درگاهه فقير پور شريف

حضرت قبله سهڻا سائين جن ڪافي مختلف مقامات ڏٺا ته جيئن نئين روحاني مرڪز جو بنياد رکيو وڃي، جنهن ۾ ٻاهران ايندڙ فقيرن لاءِ به اچڻ وڃڻ جي سهوليت هجي.

انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ حيدرآباد، ڄام شورو، ڪراچي، ٻيري، ٺوابپور، مورو، محرابپور، يارو لاکير ۽ ٻين هنڌن ڏسڻ ڪانپوءِ جماعت جي اتفاق راءِ ۽ صلاح مشوره سان، راڌڻ اسٽيشن جي اتر طرف، ٻاهرين سگنل جي اوپير طرف، عارف شهيد قبرستان لڳ، هڪ قتل ڳوٺ، جيڪو ويران ۽ جهنگل لڳو پيو هو، پسند ڪيو ويو.

فرمايائون ته اسان جي نفس جو ڪوبه دخل نه آهي، الله پاڪ جي بارگاه ايزديءَ ۾ عرض آهي ته جيڪا جاءِ الله پاڪ کي پسند هجي، اسان کي اتي رهائي.

بس، هن ويران ٽڪريءَ کي به ڪا ازلي سعادت نصيب ٿيڻي هئي باهمي صلاح مشوري بعد هن ڳوٺ جو نالو "فقير پور" رکيو ويو، جيڪو نه رڳو پاڪستان پر دنيا جي اڪثر ممالڪ ۾ عقيدت ۽ احترام سان ياد ڪيو پيو وڃي.

شروع ۾ هن ڳوٺ اندر اڪثر جايون ڏنگل ۽ ڦڪل هيون، جن جي چوڌاري ڪنڊون ۽ ڪکا هئا، پر جڏهن الله جا پيارا آيا ته هن ويران پٽ کي جا ۾ پاڪ ڪيا. هر طرف کان حق جا طالب ٽولا ٽولا تي اچڻ لڳا ۽ ٿوري عرصي ۾ سڄي زمين ذڪر وارن سان ڀرجي ويئي. اهڙي طرح پاڻ پنهنجي باطني توجه ۽ نوراني نظر سان رڻ پٽ کي رونق بخشي رنگ لاتائون ۽ غيرآباد زمين کي گلستان بنايائون:

هرکه کارش از برائے حق بود،
کار او پیوسته با رونـق بــود.

جو به ڪم ڪار رب جي رضا ۽ حضرت رسول مقبول ﷺ جن جي خوشنودي خاطر ٿئي ٿو، اهو آخر رونق وٺندو ۽ رنگ لائيندو. ڀلا! جنهن جاء تي رات ڏينهن الله جو ذڪر هجي، دين جو درد ۽ امت جو فڪر هجي، ان ڳوٺ ۾ ڪيئن نه رب جي رحمت ۽ برڪت هوندي.

ڀلا! الله جي ذڪر کان زياده ٻي ڪهڙي شيء مٺي آهي. فقيرن اهل ذڪر وارن جون جهوپڙيون نهايت ساديون هيون. ظاهر ۾ نه ڪو زيب زينت، ڏيک ويک ۽ اجايو ٺٽ ٺانگر نظر نٿي آيو، پر حقيقت ۾ هيء جاء صاحبِ قدر ۽ اهلِ نظر واسطي قلب جو قرار ۽ روح جي راحت هئي، ڇو ته روح جي غذا به الله جو ذڪر آهي ۽ ذڪر سان ئي دلين کي سڪون ۽ اطمينان حاصل ٿئي ٿو.

جنهن پرين پسايو، محبوب حقيقي ملايو، انهن جي دربار به قدر وارن لاء ڪافي قيمت رکي ٿي.

www.zikar.com



# ابتدائي آزمائش

جيئن ته هيءَ جاءِ نئين هئي، ساڳئي وقت ان موسم ۾ برساتون ۽ طوفان به شروع ٿيا، تنهنڪري جماعت کي ڪافي تڪليفون ۽ سختيون سهڻيون پيون. عارضي ٽوٽا ۽ ڇپر هڻي درگاه شريف ۽ گهرن جو ڪم شروع ڪيو ويو.

هڪ طرف نانگ، بلائون ۽ وڇون ڪثرت سان نڪرڻ لڳا ته ٻئي طرف وري مچ، برسات ۽ تيز هوائون برپا ٿيون. نه رڳو ايترو بس هئن قتل گهوٽ ۾ وري جنن پنهنجو آستانو قائم ڪيو هو، جيڪي پنهنجون مختلف ڊيڄاريندڙ صورتون ۽ خوفناڪ آوازن سان فقيرن کي تنگ ڪرڻ لڳا ته جيئن فقير هيءَ جاءِ ڇڏي وڃن. فقيرن به حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فرمان سان رات ڏينهن گهرن ۾ اذانون ڏيڻ شروع ڪري ڏنيون، بهرحال اهي سڀئي صورتون زبان حال سان فقيرن کي خبردار ڪري رهيون هيون.

متان گهڙين سهڻي، اڄ درياه ۾ دم؛
ڪاري رات ڪنن ۾، گهڙو اٿئي ڪم؛
متان جاڳي ڏم، پڇي پاڙي واريون.
(شاهه)

پر هئن الله جي عاشقن، سچن صادقن، دين جي ديوانن، محبوب جي مستانن، هر مصيبت کي نهايت صبر ۽ استقلال سان منهن پئي ڏنو.

مرج ڀوت ميهار، متان موتين سهڻي؛
ساهڙ جا سينگار، متان ڏم ڏيکارين.
(شاهه)

حضرت قبلہ سهڻا سائين جن هر وقت فقيرن کي استقامت ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ جي تلقين ڪندا رهيا ته حضرت خواجہ غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن مثال ڏيئي فرمائيندا هئا ته ميندي ۽ ڏانهن ڏسو شروع ۾ پٽر تي پيسجي پائمال ۽ باريڪ بنجي وڃي ٿي ۽ بعد ۾ ئي پنهنجو رنگ ۽ اثر ڏيکاري ٿي ۽ پنهنجي محبوب جي هٿن ۽ پيرن جي لائق بنجي ٿي.

ٻيو مثال هن نموني ڏيندا هئا ته پيالي ڏانهن نظر ڪريو، شروع ۾ ڪنير مٽي کي ڪٽي سنهو ڪندو آهي، وري پاڻي وجهي ڳوهي، آتلاٽي ۽ جي مار ڏيندو آهي تانته پيالو نهي تيار ٿيندو آهي. وري ان پيالي کي باهه ۾ پچائي ڳاڙهو ڪندو آهي، بعد ۾ ئي اهو پيالو محبوبن جي لبن جي لائق بنجندو آهي.

ٽيون مثال هن نموني ڏيندا هئا ته ڦڻي ۽ جي صبر ۽ استقلال ڏانهن ڏسو، ڦڻي ۽ ويچاري جي پيٽ کي چيرَ ڏنا وڃن ٿا، بعد ۾ ئي اها ڦڻي حُسن جي بازار ۾ محبوبن جي زلفن لائق بنجندي آهي.

بهرڪيف حضرت صاحب جن جي هنن مثالن ۽ نصيحتن فقيرن جي اندر ۾ اهو ته ايماني ۽ روحاني انقلاب آندو جو هر امتحان ۽ آزمائش ۾ سچا ۽ ثابت قدم ثابت ٿيا.

الحمد لله! ٿورن ڏينهن اندر هن رڻ پٽ ۾ رنگ لڳي ويا، الله، الله جا نعرا بلند ٿي ويا ۽ سڀ دک درد دور ٿي ويا.

”راقم الحروف“ کي اڄ بہ اهي ڏينهن ياد آهن، جو جڏهن مسجد شريف جو ڪم شروع ٿيو تہ حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي سر، فقيرن سان گڏ ڪافي پنڌ ڪري، شاخ تان واري ۽ جي تغاري ڀري کڻي ايندا هئا.

# عجيب وغريب ڪرامت

هيءَ درگاهه شريف هڪ قديم قبرستان جي پرسان پڌل آهي، جنهن ۾ هڪ بزرگ عارف شهيد نالي پڻ مدفون آهي. ان جو مجاور اڃي سخت مڇريو ۽ فقيرن تي ناراض ٿيو ته اوهان ڪٿان اچي ٽپڪا آهيو، جلدي هيءَ جاءِ ڇڏي وڃو. الغرض فقيرن کي گهڻو تنگ ڪيائين.

الله جي قدرت! رات جو هڪ خوفناڪ خواب ڏٺائين ۽ صبح جو فقيرن کان پڇيائين ته حضرت صاحب جن ڪٿي آهن؟ فقيرن ٻڌايس ته پاڻ تبليغ جي خاطر ميهڙ ويا آهن. آخر اهو مجاور اتان روانو ٿي، حضرت صاحب جن وٽ پهتو، گهڻي ادب ۽ احترام سان هٿ چمي عرض ڪيائين ته قبلا! آءٌ سالن جا سال، هن بزرگ جو مُجاور ٿي رهيو آهيان پر بزرگن ڪڏهن به پنهنجي زيارت نه ڪرائي آهي. اوچتو هڪ رات بزرگ مونکي خواب ۾ نظر آيا ۽ ڪاوڙ مان فرمايائون ته اي بدبخت! مون ته الله پاڪ کان دعائون گهري، هنن الله جي پيارن کي پاڻ وٽ رهايو آهي. هي سهڻل سائين ڪامل جوان آهي، تون وري هنن کي تنگ پيو ڪرين. بس! ائين چئي بزرگن زور سان ڏنڊو وهائي ڪڍيو. مجاور ٻڌايو ته رات واري ڌڪ جو سور ۽ اثر هيئنر به آهي، نه رڳو ايترو پر بزرگ اهو به دڙڪو ڏيئي ويا ته اڃان به تنهنجي خبر وٺندس.

بس، صبوح جو اٿي، جيئن جو ڪانئيون پيو وڃيان ته اوچتو کهاڙو اچي منهنجي پير تي لڳو ۽ پير ڳُڀجي پيو آهي. هاڻي مهرباني ڪري سائينجن انهيءَ خطا ۽ بي ادبيءَ جي معافي ڏيڻ فرمائيندا.

ياد رهي ته **"راقم الحروف"** به اهو مُجور ڏٺو جو بعد ۾ فقيرن سان سهڻي نموني ملندو هو.

هيءَ متبرڪ ڳوٺ تقريباً ٨٠ گهرن تي مشتمل آهي. ابتدا ۾ اٽڪل ۷ يا ۸ گهرَ اهي آباد هئا، جيڪي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جا پاڙيسري ۽ رحمتپور ڪان آيل هئا. هي سڀ ماڻهو خاص پنهنجي ايمان بچائڻ ۽ دين سکڻ خاطر، پنهنجو وطن عزيز ترڪ ڪري، اچي هيتِ رهيا هئا.

ڳوٺ ٻڌنديءَ پنهنجي مرشد هادي، عورتن جي تعليمي سلسلي کي زور ونايو. ننڍين نينگرين جي لاءِ اندر قرآن شريف جي تعليم جو بندوبست ڪيو ويو، ساڳئي نموني عورتن لاءِ فجر نماز جي حلقه مراقبي ڪانپوءِ، وضو، غسل، نماز، حيض نفاس وغيره جي ضروري مسئلن جو باقاعده اندر درس مقرر ڪيو ويو، جيڪو اڄ تائين جاري ۽ ساري آهي ۽ روز بروز افزون تر آهي.

حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش سان عورتن لاءِ هڪ خاص ديني مسئلن جو ڪتاب زينت النساء ڇپرايو ويو. ٻاهر ننڍين ٻارن لاءِ قاري صاحب مقرر ڪيو ويو، جيڪو ننڍين کي ناظره قرآن شريف پڙهائيندو هو ۽ وڏن کي قرأة جي مشق ۽ نماز جون ضروري سورتون ياد ڪرائيندو هو. ازانسواءِ بالغن جي تعليم جو سلسلو به جاري ڪيو ويو هو.

مرد خواه عورتون سڀ باشرع، نمازي ۽ تهجد گذار آهن، ڪوبه ماڻهو ٻيڙي يا حقو پيئندڙ نه آهي، شادي ۽ غمي سڀ شريعت مطابق ادا ڪندڙ آهن. مطلب ته محبت، جذبو، عمل ۽ نقشه قانون ساڳيو رحمتپور وارو آهي.

ياد رهي ته هتي يارهين شريف بدستور شروع ٿي، هاڻي ماڻهو ڏينهون ڏينهن بجاءِ فقير پور اچڻ لڳا. الحمدلله! ميدان ڪافي ڪشادو آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ شمع غفاري جا پروانا اچي هتي ڪٺا ٿيندا آهن.




## منصوريه اڳي هالا

اٿي غافل زماني ۾ تو ڪهڙي چال ڌاري آ،
حياتي سون جهڙي هئي، اجائي ڪيئن نڪاري آ.

١- نہ بانگن ۾ بلالي روح جو جذبو رهيو باقي؛
نمازن ۾ خشوع ناهي، نہ سجدن ۾ قراري آ.

٢- سڪونِ قلب ناهي ۽ نڪو آرام آ دل کي؛
فقط فڪرات غم گهٽتي ۽ اونو انتظاري آ.

٣- سبب ان جو فقط هي آهہ جو دنيا جي غفلت ۾؛
گناهن جي گهڻائيءَ کان، دلين ۾ داغداري آ.

٤- اهائي دل جي بيماري، ڪئي دل تي ڪري ڪاري؛
تڏهن سورن ۾ ٿي ساري، حياتي هرج واري آ.

٥- پيارن برگزيدن صالحن جي سهڻي صحبت ۾؛
سمايل دل جي دردن لئہ، شفا ۽ تابڪاري آ.

٦- خدا جي نيڪ ٻانهن سان، گهڙيون گهارڻ چڱيون آهن؛
زماني ساز سنگت ۾ رکو ڇيهو خواري آ.

٧- اھـــي الله وارا اڄ بـــہ دنيا ۾ اھـڙا آھـــن؛
سندن عملن ۾ اخلاص ۽ وفـــا پرھيزگاري آ-

٨- ھلو اي ھمسفر سيڪيون ھلي ھتڙا انھيءَ ھنڌ تي؛
جتي جوڳيئڙن جاڳي، برھ جي بـــاھ ٻـاري آ -

٩- ضلع دادوءَ ۾ "راڌڻ"، آھ ھڪ مشهور اسٽيشن؛
فقيرن آت ٻڌي ٺئون ڳوٺ پنھنجو ڪئي بھاري آ-

١٠- فقط فرلانگ ٻن جـــو فـاصلو آھـي اتـر پاسي؛
لڳو لـڳ ريلوي لائين ســـان بستي ناماري آ-

١١- انھيءَ مسند تـــي اڄ حضرت الله بخش آھ؛
طبيعت ۾ سندن حـلـم و حـيـا ۽ بـرد باري آ-

١٢- مجاھد بـــا شرع ظاھر ۽ باطن بـــا خدا آھـن؛
اھـــا الله وارن جـــي نشاني نـور واري آ-

١٣- نمازون وقت تي پوريون، ذڪر قلبي ۽ شب خيزي؛
خـدا جـي يـــاد ۾ صبح و مسا تسبيح جاري آ-

١٤- ھتي مرڪا شريعت جي حسين صورت نظر ايندي؛
وڏي مشڪل زمـــانـــي ۾ انهن سنت جياري آ-

١٥- ڪيئن گمراھ ۽ سرڪش، سراپا نفس جـــا پتلا؛
نهوڙي نفس کـــي تـن زندگي پنهنجي سڌاري آ-

١٦- خدا جي حڪم سان اصلاح ٿا ڪن قلب ڪاري جو؛
اندر جي درد وارن جي ھتان تـــي غمگساري آ-

١٧- اگر **اصلاح** تو چاهين تون پنهنجي نفس ۽ دل جو؛
تہ پهچي وڃ انهيءَ پڙ ڀر، جتي ٿيو فيض جاري آ-

١٨- هلي الله وارن جا عجب تون **آستانا** ڏس؛
جتي دل جي مريضن جي سٺي تيمار داري آ-

١٩- الاهي **عشق** وارن سان گذر ٿئي زندگي منهنجي؛
محمد ﷺ مير مرسل سان سچي جن پرت پاري آ-

٢٠- مڙئي **"منصور"** جون مولا مدايون تون ٿي ميٽيندين؛
نہ ڪوئي تو سوا مشڪلڪشا مالڪ ۽ باري آ-

ادا مومن! خدا ڪارڻ اها دعوت اٿئي دل سان،
اسان پيغام پهچايو، اڳي تو اختياري آ-

(انشاء الله باقي آئنده)

بسم الله الرحمن الرحيم

باب چوٿون:



## ديني مدرسي جو بنياد

منهنجي مرشد هادي، سهڻي نبي پاڪ جي حقيقي جانشين کي هروقت اهوئي درد رهندو هو ته ڪهڙي طرح هيءُ پيغام ساري دنيا تائين پهچائجي.

فرمايائون ته اڄ علم جو ڏڪر دوره آهي، اسان کي عالمن جي ضرورت آهي، جو ڪٿي پيش امام ڪٿي مدرس ته ڪٿي مبلغ ٿي، هن طريقه عاليه جي خاص رضا الاهي خاطر تبليغ ڪئي وڃي.

آخر صلاح مشوره ٿيو ته جماعت لاءِ درگاهه شريف تي هڪ ديني مدرسو قائم ٿئي، مگر اهو وقت اهڙو هو جو نه ڪو استاد هو ۽ نه وري ڪي شاگرد موجود هئا. بس، مدرسي جي ابتدا توڪل تي رکي، حضرت صاحب جن مولانا بشيراحمد صاحب کي فرمان ڪيو ته اوهان مدرس جو ڪم سرانجام ڏيو. رهيو سوال شاگردن جو ٻه نوجوان لاڪا، قوم جا جيڪي سائين نصيرالدين شاهه صاحب جي جماعت جا هئا، جن جي حضرت صاحب جن سان صحيح محبت ۽ تعلق هو، هڪ ڪاٺ جي ڪم ۾ رڌل مولوي محمد داؤد صاحب ۽ ٻيو لنگر جي ڪاري ڪامڻ ۾ مشغول مولانا محمد رمضان صاحب هئا.

وڏي عمر سبب ڪنهن تي چيو ته هي ديني علم پڙهي ديني جا عالم ٿيندا، انهن کي منهنجي مرشد مربيءَ فرمان ڪيو ته اوهان دين جو علم پڙهو.

# پراڻي عيد جو خطاب

پاڻ يارهين شريف جي موقعي تي مدرسي متعلق تقرير فرمايائون ته عزيز دوستو! اڪثر ڏٺو ويو آهي ته گهڻا ماڻهو پاڻ نيڪ صالح، حاجي، نمازي، فقير، صوفي، مگر انهن جي اولاد جو هن طرف ڪوبه توجه نه آهي. مغربي تهذيب، عياشي، عرياني ۽ دنيا جي فراواني سبب ڪيترا خاندان تباهه ٿي چڪا آهن. اهي ڪاملين، واصلين، جن وٽ هميشه قال الله و قال الرسول جو درس هو. ذڪر خداوندي ۽ جو جوش و خروش هو، اڄ انهن جو اولاد، پنهنجي وڏن جي طريقي کي ڇڏي، ڪيترن برن ڪمن ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي.

بلڪ اڃا مزيد ڏٺو ويو آهي ته مسلمانن جي اولاد جو نالو عبدالله پٽ عبدالرحمان، پيءُ نيڪ صالح پر پٽ چوي ته نعوذبالله مذهب اسلام پراڻو دين آهي، قرآن ڪهنه ڪهاڻين جو ڪتاب آهي ۽ الله پاڪ آهي ئي ڪونه، نماز ۽ روزو وقت جو زيان آهي، مديني منور ۽ مڪي معظم بجاءِ پنهنجي وطن جي ڌرتي ماتا جي پوڄا ڪرڻ عبادت آهي.

افسوس! اسان جا ذهن ۽ ضمير غير اسلامي بنجندا پيا وڃن، بري صحبت هزارن جا خانا خراب ڪري ڇڏيا. دين کان دوري ايتري آهي جو دنيا ۾ ايم-اي ۽ پي-ايڇ-ڊي جون ڊگريون، پر دين اندر نماز ۽ ڪلمي جي به خبر نه آهي. اخلاق اعمال جي تباهي اڃا چڪي آهي. والدين جو ادب احترام نه آهي، جن ويچارن هيترا خرچ ڪري پڙهايا، والد ملڻ وڃي ته چون ته هي اسان جي ڳوٺ جو هاري آهي.

هن معاشري جي تباهي کي ڏسي چند دوستن جي صلاح مشوره سان هڪ ديني مدرسه، هن روحاني تعليم و تربيت سان گڏوگڏ جاري ڪيو ويو آهي. ان ۾ مختلف ڪورس رکيل آهي ۽ بالغن جي تعليم جو پڻ بندوبست آهي. الغرض هي

هڪ جامع اداره آهي. جنهن ۾ ظاهري باطني تعليم جو درس ملندو آهي.

**فرمايائون** ته اوهان به پنهنجي اولاد تي رحم ڪيو، ڇو ته اولاد جو اهو به والدين تي حق آهي ته پنهنجي اولاد کي دين کان واقف ڪري. دنيا کي پنهنجو قبلهگاه نه بڻايو بلڪ دنيا به تڏهن سلامت رهندي، جڏهن دين هوندو.

جب خدا کا خوف هو اور دل ميں خدا کي ياد بهي؛
مال بهي هوتا هے تسکين نظر اولاد بهي.
مال کو رضائے خدا ميں خرچ کرنا چاهئے؛
رنگ دين اولاد کي سيرت ميں بهرنا چاهئے.

**فرمايائون** ته هي مدرسو ٻين مدرسن کان نمايان هوندو، اسان جو اهو غرض نه آهي ته ڪي مُلان پيدا ڪري چندو اگاڙيون، پر اسان جو مقصد محض دين جي تبليغ آهي، جنهن لاءِ هي به هڪ حيلو ۽ ذريعو آهي.

**فرمايائون** ته اڄ عيسائي، قادياني، بهائي ۽ ٻيا بد مذهب هر طرح سان ڪوششون ڪري رهيا آهن. ڪوڙا ڪتاب، ڪوڙا دليل ڏيئي ساده دل مسلمانن کي گمراه ڪري رهيا آهن. تصنيف، تبليغ ذريعي پوري دنيا ۾ پکڙجي ويا آهن.

**افسوس!** هي زنده دل جماعت، روحانيت جي حامل، مرشد ڪامل داري جماعت خاموش هجي، ان طرف توجه نه ڪري. اوهان وڏا اڇو، پنهنجو وڏو سمجهدار اولاد ڏيو، اهين نه جو ڪُند ذهن، لولو لنگڙو اولاد اسان جي حوالي ڪيو. هن طرف قرباني ڏيو، هي اوهان جو صدقه جاري رهندو. اوهان جي ۽ خدا جي خلق جي صحيح رهنمائي ٿيندي.

**فرمايائون** ته اسان جو اهو خيال ڏسي، متا اوهان کي ڪو گمراه ڪري يا شيطان وسوسه وجهي ته هي به اوڳاڙيءَ

جو طريقو جاري ڪيو اٿن. والله بالله ثم تالله. اهو خيال هرگز نه آهي. اوهان پنهنجا پئسا پاڻ وٽ سوگها رکو، اوهان تي ڪوبه سوال، چندو، ونگار نه هوندي نه هوندي.

اسان جو ته هي خيال آهي ته ڪي صلاح الدين ايوبيءَ جهڙا ته ڪي سلطان محمود غزنويءَ جهڙا مرد مجاهد پيدا ٿين، ميدان ۾ نڪري پون ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هي پيغام پهچائين. هي خاص خدا خاطر پڙهندا ۽ پڙهائيندا نه صرف ايترو پر مبلغ ٿي روم، ايران، بلغ بخارا، هي آواز ۽ پيغام پهچائيندا.

فرماياؤن ته مولانا تاج محمد امروٽي رحه خچر پاليندو هو، انهن کي گيهه ۽ کنڊ کارائيندو هو ته انهن تي چڙهي انگريزن سان جهاد ڪنداسين.

اڄ به الحاد جو دؤر آهي. ڪي اهڙا مرد مجاهد هجن، جي نڪري پون ته خدا جو قسم دنيا تي ڪو به غير مسلم نه رهندو.

الحمد لِلّٰہ! سندن درد پري پڪار اهو اثر پيدا ڪيو جو طالبن جو تعداد وڌڻ لڳو ۾ ٻين استادن جي ضرورت محسوس ٿي. سڄي مدرسي جو خرچ پکو، ڪاٺو پيتو حضرت سهڻا سائين خود برداشت ڪندا هئا ۽ اڄ تائين مدرسي لاءِ ڪنهن کان به ڪو سوال چندو نه ٿيو آهي.

چنانچه مولانا مولوي نثار احمد صاحب، شاگرد رشيد حضرت مولانا محمد صالح آگاڻيءَ جو ۽ فارغ تحصيل مدرسه احسن البرڪات حيدرآباد، پهو مدرس مقرر ٿيو. اڃان به طالب وڌڻ لڳا ته مولانا مولوي رضا محمد صاحب شاگرد رشيد مولانا قمر بوبڪائي ۽ مولانا عطا محمد بنديالوي به مدرس مقرر ٿيا. ان سان گڏو گڏ بالغن جي تعليم لاءِ پڻ حضرت مولانا مولوي عبدالرحمان صاحب نهايت محنت سان ڪم سر انجام ڏيئي رهيا هئا.

# اکئين ڏٺو منظر

تعليم جو سلسلو شروع ٿينديئي دربار تي هڪ عجيب و غريب منظر ڏسڻ ۾ آيو.

هڪ طرف قرآن ۽ قرأت پڙهي رهيا آهن ته ٻئي طرف وري فارسي ۽ عربيءَ جا درس هلي رهيا آهن.

هڪ طرف ضروري مسائل ياد ڪري رهيا آهن ته ٻئي طرف وري تقرير جو فن سکي رهيا آهن.

مرشد هاديءَ جي رضامندي خاطر ڪي فقير ڪٿي ته ڪي ڪٿي، اڪيلا اڪيلا ۽ اجتماعي طرح ڪي اردو ته ڪي سنڌي، ڪي بروهي ته ڪي انگريزي، ڪي فارسي ته ڪي عربيءَ ۾ تقرير سکي ۽ مشق ڪري رهيا آهن. الغرض هرهڪ فرد مشغول نظر اچي رهيو آهي.

حضرت قبله سهڻا سائين جن جي عجيب ڪيفيت هئي! ڪڏهن ڏس ته فارسيءَ وارن سان گڏ درس پڙهي رهيا هئا، ته ڪڏهن عربيءَ وارن جا لکيل صيغا ڏسي داد ڏيئي رهيا هئا. ڪڏهن تقرير وارن جي تصحيح ڪري رهيا هئا ته ڪڏهن تصوف ۽ سلوڪ جا آداب بيان ڪري رهيا هئا.

ڪڏهن طالبن لاءِ شيون کنيو پيا اچن ۽ ورهائين ۽ فرمائين پيا ته ڳوٺ اوهان کي ايو امان ڪارائيندا هوندا، هيتر اسان جي حوالي آهيو، اسان به پنهنجي حال آهر، اوهان جي خدمت ڪيون ته جيئن اوهان ڳوٺ وساري علم جي طرف توجه ڪيو.

ڪڏهن ڪجهه پئسن جي صورت ۾ هر هڪ طالب کي پيا ڏين ته اوهان کي پنهنجي ڳوٺ خرچي ملندي هوندي، هي به خدا واسطي خدمت آهي، قبول ڪيو ۽ علم سان شوق رکو.

ڪڏهن لانگريءَ کي پيا پارت ڪن ته طالبن کي سٺي ماني کاراءِ، مٺا ٻست نه ٿيڙ.

ڪڏهن نعت خوانن کي سڏي، انهن کان نعت پيا پڙهائين ته جهڻ عشق جي گرمي ۽ سان سندن سينا گرم رهن ۽ جذبہ جوش جا منجهن درياهہ پيا وَهن.

ڪڏهن ڏس ته ڪو طالب بيمار ٿئي ته مٿان بيٺا هجن، هٿن سان پيا دوا پيارين، گهران ضروري طعام تيار ڪري پيا موڪلين، انهن کي پيا دلداري ڏين.

ڪڏهن ته طالبن کان پيا پڇن ته اوهان پڙهي ڇا ڪندو، اوهان جا ارادا ڪهڙا آهن. خط پيا اچن، جماعت کي ڪنو ڪري انهن جي ارادن کان پيا کين واقف ڪن ته هي نوجوانُ دنيا جي ٻاهرين ملڪن ۾ دين جي خدمت لاءِ تياري پيو ڪري، هن جي زيارت ڪيو، عالم دين جي زيارت ڪرڻ عبادت آهي، اهڙي طرح انهن جي همتن کي دوبالا پيا ڪن.

ڪڏهن انهن کي استادن جو ادب ۽ خدمت جا طريقہ پيا سمجهائين ته ڪڏهن وري عملي طرح سنت جي تابعداري پيا سيکارين.

فقيرن ۽ طالبن کان پيا پڇن، هٿ مٿي ڪيو، اڄ مسجد ۾ ڪير سنت طريقي سان آيو آهي؟ ڪنهن اڄ قيلولہ ادا ڪيو، ڪنهن اڄ وضو صحيح ڪيو، ڪنهن اڄ مسجد ۾ اچڻ جي دعا پڙهي. الغرض روزانہ ننڍن خواه وڏن کي عملي تربيت پيا ڏين.

ڪڏهن ڏس ته استادن کي جدا ڪري، نصيحت پيا ڪن ته خبردار! طالبن جي ظاهري باطني تربيت اوهان جي حوالي آهي، ان ۾ ڪا بہ ڪوتاهي نہ ڪيو. اوهان جو پنج منٽ دير اچڻ، سڀني جو پنج منٽ ضايع ٿيڻ آهي، اهڙي طرح ڪلاڪن جو نقصان آهي. ذوق شوق سان صحيح تعليم ڏيو ته هي صحيح معنيٰ ۾ قوم جا خادم ٿي نڪرن.

ڪڏهن ڏس ته رسالا ۽ اخبارون ڪنيو پيا اچن، جن

۾ مختلف مضامين پڙهائي طالبن ، استادن ۽ عام جماعت کي مضمون مطابق نصيحت پيا فرمائين .

ڪڏهن ڏس ڏ. سمجهدار شخصيتن کي ڪٺو ڪري مدرسي ۽ پين امورن متعلق مشوره پيا پڇن ۽ اخلاقي نظام لاءِ ڪوششون پيا وٺن .

ڪڏهن ڏس ته مختلف ڪتب خانن جي فهرست ڪٺي ، مشوره ڪري، طالبن ۽ عام جماعت لاءِ مفيد ڪتاب پيا گهرائين .

هڪ جامع ڪتب خانه به رکيائون ته جيئن هر فن جا ڪتاب، تعليم تبليغ لاءِ موجود هجن ۽ هن ڪم ۾ معاون ثابت ٿين.

ڪتب خانه غفاريه سان گڏ، غفاري لائبريريءَ جو پڻ وجود عمل ۾ آنداڻون. طالبن کي درسي ڪتابن کانسواءِ پين ڪتابن ڏي توجه ڪرڻ کان منع ڪندا هئا.

ڪڏهن ڏس ته طالبن ۾ مضاميني ، تحريري ، تقريري مقابلا ڪرائي، انهن ۾ انعام پيا تقسيم ڪن .

ڪڏهن ڏس ته اکرن جي سنائي ۽ صفائيءَ لاءِ معلم پيا مقرر ڪن ۽ مشقون پيون هلن .

ڪڏهن طالبن جي ذهني سڪون ۽ جسماني ورزش لاءِ مختلف رٿون پيا عمل ۾ آڻين .

بالغن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ سال ۾ ٻه دوره مقرر فرمايائون ، جنهن ۾ قرآن پاڪ جو ترجمه ، درسي قرآن ، درس حديث ، مڪتوبات امام رباني ، فتح رباني وعظ محبوب سبحاني ، مثنوي مولانا روم رحه ، احياء علوم الدين ۽ ڪيميائے سعادت حضرت امام غزالي رحه ، فضائل ذڪر ۽ ديگر آداب طريقت جو درس ، ضروري مسائل جي تعليم شامل هوندي هئي .

(انشاء الله تعالىٰ باقي آئينده)

بسم الله الرحمن الرحيم

باب پنجون:

# تبليغي تحريڪ

## تبليغ جي ضرورت

پاڻ فرمايائون ته اڄ بد مذهب هر طرح جون ڪوششون ڪري رهيا آهن، پئسا ڏين ٿا، نياڻيون ڏين ٿا، مطلب ته هر طرح جي جاني مالي قرباني ڏيئي، مسلمانن کي گمراهه ڪن ٿا.

**افسوس!** عيسائي، هڪ جي بجاءِ ٽن خدائن جا پوڄاري، پنهنجو گهر وطن ڇڏي، ساري حياتي جلاوطن ٿي، هيت اچي مسلمانن کي گمراهه ڪن، مگر مسلمان، داعي الي الخير، آخري نبيءَ جا پيروڪار، لولها لنگڙا بنيا خاموش ويٺا هجن، حيف هجي هن حال تي!

**معلوم** ٿيو آهي ته پاڪستان اندر اٽڪل ۸ لک مسلمانن کي عيسائي بنايو ويو آهي. مفت ۾ ڪتاب ورهائين ٿا، اسڪول ۽ اسپتالون کولين ٿا، نوڪري ۽ ڇوڪري جي لالچ ذريعي مسلمانن کي گمراهه ڪن ٿا.

قاديانين جي همت ڏسو! ڪوڙو نبي پيش ڪرڻ ڪيڏو نه نازڪ ۽ ڏکيو ڪم آهي، مگر هنن کي ڪو اڃ شرم نٿو اچي، دنيا جي ذلت خواريءَ جي به پرواهه نٿا ڪن. پاڪستان ته ٺهيو پر پاڪستان کان ٻاهر به ريڊيو اسٽيشنون قائم ڪري تبليغ پيا ڪن. نه رڳو ايترو پر هنن جا ناپاڪ ارادا هئا ته پاڪستان کي هڪ قادياني رياست بنايون. الله تعاليٰ انهن عالمن

سکورن کي خوش رکي، جن حڪومت تائين هن معاملي ۾ ڪوشش ورتي آهي.

**قاديانِي** پنهنجي ملڪيت جو ڏهون حصو هتان کڻي رٻوه ۾ جمع ڪرائيندا آهن. هڪ پيري کو ڪتاب ڇپرايائون، جيڪو تقريباً دنيا جي سڀني ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻو هو، ان لاءِ پنج ڪروڙ روپين جي ضرورت هئي. سندن سربراهه اٿي بيهي تقرير ڪئي ته هيتري ضرورت آهي. سامعين مان هڪ اٿي بيهي چيو ته هڪ ڪروڙ آءٌ ڏيندس، ٻئي چيو ته ڪروڙ آءٌ ڏيندس. اهڙي طريقي سان پنجن منٽن ۾ پنج ڪروڙ چندو جمع ٿي ويو.

**افسوس!** هنن جي ايتري قرباني، هيت نه سوال نه چندو، فقط دين جي واسطي، خدا جي راهه ۾ هڪ رات سمهڻ ۾ اوهان کي ڏکي پيئي لڳي-؟ اوهان کي آخر ٿيو ڇا آهي-؟ اوهان سچا محمدي مانڊ ڪيو ويٺا آهيو-؟

**فرمايائون** ته صحابه ڪرام رضوان الله عليهم وٽ هڪ شيء هئي يعني الله ۽ سندس حبيب ﷺ جي محبت، ٻيو ڪو ظاهري وسيلو اسباب نه هئا، مگر انهن اهو ڪم ڪري ڏيکاريو جو مدينه منور ۽ مڪه معظم اندر سوا لک اصحابن مان اٽي ٿورن جون مزارون مبارڪ آهن، ڪي روم ته ڪي شام نڪري ويا ۽ انهن جي محنت جو ئي نتيجو آهي، ورنه اسان ڪلمه پاڪ جي دولت ڪان مشرف ٿي نه سگهون ها.

# لازوال مثال

**فرمايائون** ته هڪ موقعي تي حضرت **ابو ايوب** انصاري رضه جهاد لاءِ تيار ٿيا، سندن پٽن پوٽن عرض ڪيو ته سائين! اوهان گهڻو ڪمزور ۽ ضعيف ٿي چڪا آهيو، اوهان مانڊ ڪري ويهي رهو. پاڻ فرمايائون ته آءٌ ڇا ڪريان، الله تعاليٰ

جو هي امر مونکي ويهڻ نٿو ڏئي ته اوهان ڪهڙي به حال ۾ هجو، هلڪا آهيو، ڳرا آهيو، بيمار آهيو، چڱا ڀلا آهيو، خدا جي راهه ۾ نڪرو. نه رڳو ايترو پر پنهنجي سائين کي فرمايائون ته جيڪڏهن منهنجو دم واٽ تي پرواز ٿي وڃي ته خدارا منهنجو لاش به الله جي راهه ۾ اڳتي کڻي هلجو.

فرمايائون ته حضور اڪرم ﷺ جن دين اسلام جي بلندي ۽ بقا لاءِ هڪ لشڪر روانو فرمايو. انهن مان هڪ اصحابي فقط ان لاءِ ترسي پيو ته جمع جي نماز محبوبن جي پويان پڙهان، خبر ناهي زندگي ڪيتري هجي، پيو ته سواري تيز آهي، وڃي سائين سان ملندس.

پاڻ ڪريمن کي جڏهن اها ڳالهه معلوم ٿي ته آن اصحابيؓ کي فرمايائون ته تنهنجا اهي ساٿي جيڪي الله جي راهه ۾ توکان اڳ ۾ نڪري ويا آهن، اهي توکان پنج سؤ ورهيه جنت ۾ اڳي داخل ٿيندا.

فرمايائون ته حضور اڪرم ﷺ جن الله جي راهه ۾ ويندڙ، حضرت معاذ بن جبل رضہ کي گهوڙي تي سوار ڪري، پاڻ انکي الوداع ڪرڻ لاءِ گهوڙي جي واڳ وٺي اڳتي هليا.

فرمايائون ته تبليغ جماعت وارن کي پنهنجو ڪاروبار بہ آهي، ان جي باوجود ساري ساري عمر الله پاڪ جي راهه ۾ نڪرندا آهن.

اوهان سچا غفاري، اوهان جو مرشد سهڻي نبي پاڪ جو حقيقي جانشين اوهان وٽ زبان بہ آهي تہ دل بہ آهي، پوءِ اوهان کي ڇا ٿيو آهي ....

جي پائين تہ جوڳي ٿيان، تہ سر متان سهڻ سيءُ؛
نہ تہ پڇي پاسي ٿيءُ، متان لانگوٽيا بہ لڄائين.
(شاهہ)

جي پائين غفّاري ڏيان ته مرد ميدان جو ٿيءُ ؛
نه ته ٻيجي پاسي ٿيءُ، متا غفّاري ٻه لڄائين .

# دين جو درد

فرمايائون ته زندگي مختصر آهي ، دنياوي ڪم ڪار ۽ ضرورتون ايتريون ته زياده آهن جو فرصت ئي نٿي ملي ، اڄ دين جي ڪم ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي .

پاڻ مثال ڏيئي سمجهايائون ته ڪو شخص بيمار آهي، لاچار آهي ، اٿڻ ويهڻ جي طاقت نه اٿس ، ڀور ڏکيو در تي پئو بيٺو آهي، اڄ ٻڪ تي آهي، ان کي آس مان ڇوڙي ڇانو ۾ پئو آهي . هيڏي هوڏي ڏسائين ، ڪير به ڪونهي ، لاچار اهڙي حالت ۾ آئي ، اهو سڀ ڪجهه ڪم پاڻ ڪيائين . اهڙي طرح واقعي واندڪائي ڪانهي ، پر لاچار سمجهي ، دنيا جي ڪمن مان وقت ڪڍي، دين جو ڪم ڪرڻو آهي، ڀلا! اوهان دين جو ڪم نه ڪندو ته ٻيو ڪير ڪندو ـ؟

اڄ ضرورت ايتري آهي جو سوَ هزار هجن ته به ٿورا آهن. اوهان پنهنجي پنهنجي علائقي مان سمجهدار ماڻهو منتخب ڪري، انهن کي صحبت ۾ رهايو ، ڪين تعليمي تربيتي دورن ۾ آڻيو، انشاء الله تعاليٰ اسان هتِ انهن سان محنت ڪنداسون، چند ڏينهن ۾ تيار ٿي ويندا ۽ اوهان کي تبليغ ۾ مدد ڪندا .

# تبليغي تجويزون

فرمايائون ته تجربي ۽ فڪر بعد مون ڳالهه تي پهتا آهيون ته خليفي صاحب سان گڏ چند ساٿي تبليغ تي ضرور هجن،

ان ۾ ٻه فائدا آهن. هڪ خليفي صاحب کي اڪيلائي محسوس نہ ٿيندي ۽ طبيعت ۾ چُستي رهندي. ٻيو همسفر سائين کي ذڪر اندر لذت پيدا ٿيندي، انهن کي نماز ۽ ٻين ضروري مسئلن جي واقفيت ٿيندي. خليفي صاحب جي تعليم و تربيت جو اهو اثر نڪرندو جو اخلاق ۽ اعمال جي اصلاح به ٿيندي ۽ ساڳئي وقت اهي ماڻهو وري ٻين لاءِ ڪشش بنجي پوندا يعني انهن کي فائدو پهچائيندا.

## وفدن جي روانگي

پاڙ هر اجتماع تي بدستور جماعت ۾ دين جو درد، امت جو فڪر ۽ بيداري پيدا ڪندا آيا. انهن آهُن ۽ دانهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هڪ موقعي تي هر طرف کان بلند آواز پڪارون آيون تہ اسين الله جي دين واسطي، الله جي راهہ ۾ نڪرڻ لاءِ حاضر آهيون.

فرمايائون تہ جيڪي خوش نصيب هن خدمت ۾ حصو وٺن سي پنهنجا نالا لکرائين ٿاته. جماعت جي وفدن جي تشڪيل ڪئي وئي، ٿورڙي عرصي اندر قاري، نعت خوان ۽ واعظي تيار ٿي ويا، جيڪي مختلف ٻولين ۾ دين جو ڪم سر انجام ڪري ٿي سگهيا. بس تياري ٿي ۽ هيٺ ڏنل وفد وقتاً فوقتاً روانا ڪيا ويا.

## ٿر علائقي لاءِ وفد

فرمايائون تہ ٿر جي علائقي ۾ ننڪرن، ڪولهي ۽ ڀيلن جو تمام گهڻو اثر آهي. انهن جون ٻُريون رسمون مسلمانن ۾ به اچي ويون آهن. دور دراز سفر جي تڪليف سبب اتي

ڪو دين جو عالم به مشڪل ٿو وڃي. اهي مسلمان اسان جا به پائر آهن، تنهن لاءِ هن جماعت تي زياده حق آهي ته انهن تائين دين اسلام جو پيغام پهچائجي.

مرحوم مولانا فضل محمد صاحب بروهي ۽ ديگر احباب، اهو عزم بالجزم رکي، دربار فقير پور شريف کان روانا ٿيا ۽ ٽر جي ابتدائي علائقي مهرپور خاص کان اٿر اوير، سفر ڪندا، مختلف ڳوٺن ۾ هي پيغام پهچائيندا رهيا. هڪ مري بلوچن جو ڳوٺ آهي، جتي مولانا فضل محمد صاحب جن جي ملاقات هڪ عالمِ دين مولوي عبدالله بلوچ سان ٿي.

مولانا مرحوم عبدالله بلوچ هن علائقي جو وڏو عالم هو، سندس پنهنجو بيان آهي ته هن ڳوٺ وارا نماز کان بلڪل بيگانه آهن، خود منهنجا پنهنجا پٽ به پورا سٽريل ته آهن.

مولانا فضل محمد صاحب ان علائقي ۾ سخت محنت ڪئي ۽ ٿوري عرصي اندر ساري ڳوٺ ۾ الله الله جا نعرا لڳي ويا. اهي ماڻهو جن ڪڏهن به سجدو نه ڪيو هو، سي تهجد گذار بنجي ويا. مولوي عبدالله صاحب اهو منظر ڏسي، بيحد معتقد ٿيو ۽ پنهنجي پٽن خواه راج وارن کي ڳهرائي چيائين ته هيءَ جماعت بيشڪ حق تي آهي، مولوي صاحب جي ان نصيحت ۽ تقرير جو نهايت سٺو اثر نڪتو.

ياد رهي ته "راقم الحروف" به مولوي عبدالله بلوچ صاحب سان ڪافي ڀيرا ملاقات ڪئي هئي.

ان علائقي ۾ هڪ ٻيو شخص جنهن جو نالو شيهڪ هو ۽ پاڻ به مري بلوچ هو، جيڪو ڪافي عرصو تبليغي جماعت ۾ رهيو ۽ سندس چلا به ڪيل هئا، اهو به ذڪر جي حلقي ۾ داخل ٿيو ۽ مولوي صاحب سان گڏ سفر ۾ به رهيو، گويا وفد جو هڪ رڪن بنجي پيو.

ياد رهي ته آن علائقي ۾ ڪوڪراپار، هندوستان جي سرحد تائين تبليغ ڪئي ويئي آهي.

اهو شيهڪ صاحب جڏهن منهنجي مرشد هادي سهڻا سائين جن وٽ پهتو ته سندس قسمت ۾ نئون نور پيدا ٿيو. حضرت صاحب جن سندس نالو عبدالغفور رکيو، جنهن تبليغ جو ڪم همت سان ڪيو آهي ۽ ڪندو رهي ٿو.

ازانسواءِ هڪ پيو پنجابي شخص پڻ بيعت ٿيو، جيڪو انگريزي پڙهيل هو، مگر جڏهن هن جماعت کي ڏٺائين ته مفتون ٿي پيو.

جڏهن هي ماڻهو دربار تي حاضر ٿيو ته حضرت سهڻا سائين جن سندس نالو محمد مشتاق رکيو، حضرت صاحب جن جي ترغيب سان دين جو علم پڙهي عالم ٿيو.

هي خوش الحان، نوجوان عالم، بنون، ڪوهاٽ، پشاور، چار سده، صوبہ سرحد لاءِ هڪ پارس پٿر ثابت ٿيو، جنهن جو احوال انشاءَالله تعاليٰ صوبہ سرحد جي وفد ۾ ايندو.

هن ئي علائقي ۾ ناريجہ قوم جو چڱو مڙس، سردار حاجي فيض محمد ناريجو پڻ پنهنجي خاندان ۽ راڄ سميت طريقہ عاليہ ۾ داخل ٿيو. سندس ڳوٺ ميرپور خاص کان ٨ ميل سنڌڙي روڊ تي آهي.

بنهي ڳوٺن ۾ مثالي جلسا ٿيا، جنهن ۾ هزارين ماڻهن شموليت ڪئي. الحمدلله! اڄ مرحوم جي ڳوٺ حاجي محمد هاشم ۾ مدرسو آهي، جيڪو حضرت سهڻا سائين جن جي ڪوشش سان قائم ٿيو. هر ماهہ جي ٧ تاريخ جلسو ٿيندو آهي. هڪ فارغ التحصيل فقير عالم اتي مستقل قيام پذير آهي ۽ اهڙي طرح هن علائقي ۾ دين جي شمع روشن ٿي ۽ ٿيندي رهي ٿي

اڄ بہ اهي ماڻهو باشرع، تهجد گذار آهن.

مولوي عبدالغفور صاحب جو پنهنجو بيان آهي تہ مون ڪيترا چلا ڪيا، ڪافي تبليغي سفر ڪيم، پورو ملڪ پاڪستان گهميم، مگر اتي فقط زبان آهي ۽ هيترِ زبان سان گڏ دل آهي. هتي ٿي منهنجي قلب کي سڪون نصيب ٿيو آهي. روحانيت هيترِ آهي ۽ هتي ٿي مڪمل اصلاح آهي. الغرض تمام گهڻي ذوق شوق سان هن خدمت اندر مشغول آهي.

(انشاء الله باقي آئينده)

باب ڇهون:




# مسڪين پور شريف

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه هر سال تبليغ واسطي پنجاب جو سفر فرمائيندا هئا. هڪ سفر دوران پاڻ، حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جي خانقاه مسڪين پور شريف (ضلع مظفر ڳڙهه) جماعت سميت زيارت لاءِ روانا ٿيا.

محبوبن جي مزار مبارڪ تي پهچڻ سان مٿن ايڏي ته ڪيفيت طاري ٿي جو ساري جماعت مٿان ايترو ته گريه زاري، جذبو جنون هو جو خانقاه جا سجاده نشين به حيران ٿي ويا.

حضرت خواجه فضل علي قريشي رحمة الله عليه جن جا حرم پاڪ (بيبي سائڻ) جيڪي حال حيات آهن، فقيرائين کي فرمايائون ته ايڏي جذبات، ڪيفيت، سندن حياتي مبارڪ وارو دؤر ۾ منظر محسوس ڪري، اسان انهن سمجهيو ته شايد! حضرت خواجه غريب نواز پير قريشي رحمة الله عليه جن مزار مبارڪ مان ٻاهر رونق افروز ٿيا آهن، جو سندن دؤر واري فيض برڪات جي جهلڪ اڄ به نظر اچي رهي آهي.

هن ئي موقعي تي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي خاندان جو واسطو حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه سان پيدا ٿيو، جيڪو اڳتي هلي وڏي عقيدت ۽ محبت ۾ تبديل ٿيو.

# ساليانو عرس شريف

ٿوري عرصي بعد حضرت خواجه پير قريشي رحمة الله عليه جن جي خاندان (حرم پاڪ) ساليانه عرس شريف جو موقعو، پنهنجي طرفان مسڪين پور شريف ۾ مقرر فرمايو ۽ حضرت قبله سهڻا سائين جن کي ب، جماعت سميت شرڪت جي خصوصي دعوت ڏياري موڪلي.

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن مذڪور عرس شريف تي وڏي جماعت سميت، جنهن ۾ ڪم و بيش ٻي سؤ ماڻهو هئا، سنڌ کان مسڪين پور شريف روانا ٿيا.

عشاء نماز سکر اسٽيشن جي پليٽ فارم تي پڙهي ويئي، بعد ۾ حضرت صاحب دين جو درد، امت جو فڪر، تبليغ واسطي الله جي راهه ۾ نڪرڻ ۽ آدابن جي باري ۾ هڪ جامع تقرير فرمائي.

رات جو روانگي ٿي ۽ فجر جي نماز گاڏيءَ ۾ ادا ڪئي ويئي جڏهن ملتان پهچڻ ٿيو ته اتان جي ڪافي جماعت، حضرت صاحب جن جي استقبال لاءِ اسٽيشن تي موجود هئي. ملتان ۾ هن قافلي جو نهايت شاندار استقبال ٿيو.

ڪيچان آيو قافلو، ساٿ ڏٺي سرواڻ؛
وار وڃي واڳون ڪيان، پوان هوندَ پلاڻ؛
جهڙو پنهل پاڻ، تهڙي سيتا ساٿ جي. (شاهه)

ظهر نماز بعد پنج لاريون ڪيرائي تي، ڪيون ويون، چار سنڌ جي جماعت لاءِ ۽ هڪ پنجاب جي جماعت لاءِ. ٦٠ يا ٧٠ ميل سفر طئي ڪري، سلطان شهر کان ٿورو اڳيان روڊ ڇڏي، نهر جي ٽاپ سان ڏکڻ طرف لاريون هلڻ لڳيون.

مسڪين پور شريف کان ميل ڏيڍ جي فاصلي تي بسون بيهاريون ويون. حضرت صاحب جن حڪم فرمايو ته ساري جماعت وضو ڪري.

وضو ڪرڻ بعد لارين ۾ چڙهي درگاه مسڪين پور شريف پهچڻ ٿيو ۽ پهچڻ سان پهريائين محبوبن جي دربار معلى مزار مبارڪ تي حاضري پري ويئي.

جماعت جي مٿان اها ڪيفيت، محبت، جذبات، گريه زاري، فيض برڪات جي پالوٽ ٿي جو عقل حيران آهي. ساري فضا محبوبن جي غلامن فقيرن جي آه و فغان، روج راڙي، ڇيخ و پڪار سان ڇانئجي ويئي.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي ادب، محبت ۽ ڪيفيت جي حقيقت لکڻ کان قلم قاصر آهي.

درميان عاشق و معشوق رمزيست،
کراماً کاتبين را هم خبر نيست.

عرس مبارڪ جي موقعي تي حضرت خواجه پير قريشي رحمة الله عليه جن جو داماد سائين رؤف احمد شاه ۽ سندن صاحبزاده سائين رفيق احمد شاه ۽ ٻيا فرزند لنگر جي انتظام ۽ ڪم ڪار وغيره ۾ سرگرم هئا ۽ نهايت محبت، اشتياق سان پيش آيا. ٻه راتيون رهڻ ٿيو. صبح جو بعد نماز فجر، حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن مراقبو ڪرايو. سندن هي مراقبو نهايت ئي پُر درد، سوز و گداز ۽ ڪيفيت سان پُرنور هو. سندن اُن ڪيفيت جي اثر، هر فرد جي مٿان وجد جي حالت طاري ڪري ڇڏي. هي تاريخي مراقبو ڪم از ڪم اڌ ڪلاڪ هليو.

ياد رهي ته "راقم الحروف" غلام به هن سفر ۾ حضرت صاحب جن سان گڏ هو.

(انشاء الله باقي آگينده)

باب ستون :




## جماعت اصلاح المسلمين جو بنياد

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن فرمايو تہ اڄ جديد دؤر آهي، ٻيون جماعتون ٻاهرين ملڪن ۾ ڪم ڪري رهيون آهن، اسان بہ اهڙو صلاح مشورہ ڪريون ۽ اهڙن ماڻهن سان ملاقات ڪيون، جيئن ٻاهر وڃڻ لاءِ رستا آسان بڻجي پون.

آخر صلاح ٿي تہ ٻاهر وڃڻ لاءِ ضروري آهي تہ جماعت رجسٽرڊ هجي، پر اهڙو نالو هجي جو ٻاهر بہ مشهور ٿي سگهي. صلاح مشورہ بعد جماعت جو نالو جماعت اصلاح المسلمين رکيو ويو. چنانچہ قاضي محمد علي صاحب حيدرآباد واري جي توسط سان سمورا ضروري ڪاغذات تيار ٿيا ۽ قانوني طرح جماعت رجسٽرڊ ٿي.

مختلف ضلع آفيسرن اهڙا سرٽيفڪيٽ جاري ڪيا تہ هيءَ جماعت ملڪ پاڪستان ۾ بنا ڪنهن سياسي غرض جي ڪم ڪري رهي آهي، جنهن جو واحد مقصد اصلاحِ خلق ۽ خدمتِ خلق آهي. اهڙا سرٽيفڪيٽ بہ ٻاهر وڃڻ لاءِ معاون ثابت ٿيندا آهن.

هن جماعت جي خلوص ۽ خدمت کي مد نظر رکندي ، هر سال رمضان مبارڪ ۾، حڪومت پاڪستان جي طرفان صوبہ سنڌ جي هر سينٽرل جيل (ڪراچي، حيدرآباد، خيرپور، نوابشاه، دادو، ميرپور خاص وغيره) جي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ کي امرا حڪمنامہ ۽ اجازت‌نامہ جاري ٿيندا آهن تہ تبليغ جي معاملي ۾، جماعت اصلاح المسلمين سان وڏ ۾ وڌ تعاون ڪيو وڃي. هي ۽ جماعت جيل اندر پهچي، اسٽاف وارن ۽ قيدين کي دين اسلام جي تبليغ ڪندي آهي. آخر ۾ جيل جا اعليٰ آفيسر، هن جماعت جي ڪارڪردگيءَ کان متاثر ٿي، جماعت جي حق ۾ سرٽيفڪيٽ جاري ڪندا آهن، جيڪي اڄ بہ هن جماعت وٽ موجود آهن.

جماعت اصلاح المسلمين جي اڪثر علائقن ۾ تنظيم ڪئي ويئي ۽ ڪافي شاخون کُليون. حضرت صاحب جي فرمان سان اهو ڪم اڄ تائين جاري ۽ ساري آهي.

ٻيو هي بہ مقصد هو تہ جماعت اندر تنظيم ضروري آهي، تنظيم سان ئي ٻيون جماعتون ڪم ڪن ٿيون. پاڻ تنظيم تي تمام گهڻو زور ڏيندا هئا ۽ وقت بہ وقت هن ڪم ۾ ڪوشش وٺندا هئا.

فرمايائون تہ الحمدلله هاڻي جماعت رجسٽرڊ ٿي آهي، ان جي ڪارڪردگيءَ کي بهتر بنايو وڃي ۽ تنظيم کي زور وٺايو وڃي.

فرمايائون تہ تاجر بہ پنهنجي ڪميٽي ٺاهين، جنهن ۾ هڪ ٻئي وٽ هن ڳالهہ جا جوابده هجن تہ آيا بيع، شرع جا مسئلا ياد آهن يا نہ. دوڪان ڪيئن ٿو هلي، وياج وغيره جو استعمال تہ نہ آهي، ڪا اهڙي شيءِ تہ نہ رکي ويئي آهي، جنهن جي خريد ۽ فروخت حرام هجي يا شبه واري هجي. دوڪانداريءَ سان گڏ تبليغ جو ڪم بہ سر انجام ڏيئي. (انجو تفصيلي احوال انشاءالله ٻئي حصي ۾ ايندو)

اهڙي نموني استاد طبقو به پنهنجي ڪميٽي ٺاهي ۽ زندگيءَ جي هين شعبن سان واسطو رکندڙ به اهڙيون ڪميٽيون ٺاهين ۽ عملي قدم کڻي پاڻ کي سچو مسلمان بنائين.

فرمايائون ته اڪثر معاملات سبب جماعت کي نقصان پهچي ٿو، معاملات جي اصلاح لاءِ پڻ اصلاح المسلمين جون ذيلي ڪميٽيون، اصلاح ڪميٽيءَ جي نالي هجن، جن ۾ چيده چيده ۽ سمجهدار ساٿي ڪم ڪن.

شاگردن جي حالت زار تي رحم کائيندي فرمايائون ته انهن لاءِ به ڪا تنظيم هجي ته جيئن جماعت جا شاگرد جيڪي ڊاڪٽري، انجنيري پڙهن ٿا، تن جو خود پنهنجو به بچاءُ ٿئي ۽ اهڙو ماحول پيدا ڪيو وڃي، جو اهي ٻين جي به اصلاح ڪن، ڇاڪاڻ ته ملڪ جو استحڪام يا طلباء تي آهي يا فوج تي آهي. الحمد لله سندن فرمان کي لبيڪ چوندي روحاني طلباء جماعت وجود ۾ آئي، جيڪا پڻ زور شور سان دين جو ڪم ڪري رهي آهي. (انشاء الله ان جو تفصيلي احوال ٻئي حصي ۾ ايندو).

فرمايائون ته اسان جي جماعت ۾ عالم سڳورا تمام گهڻا آهن، انهن جي به تنظيم هجي. الحمد لله مولانا مولوي محمد رمضان صاحب جي ڪوشش سان اها تنظيم به وجود ۾ آئي آهي ۽ ڪم شروع ڪري ڏنو اٿس. (انشاء الله ان جو تفصيلي احوال ٻئي حصي ۾ ايندو).

(انشاء الله باقي آئينده)

بسم الله الرحمن الرحيم

باب الڻون:



# نشرو اشاعت

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته دين جي هر طريقي سان خدمت ڪئي وڃي. اڄ لٽريچر، ڪتاب وغيره جو تمام گهڻو رواج آهي، ڪيترين جماعتن جو ته صرف تحريري ڪم آهي.

اسان به چاهيون ٿا ته تقرير سان گڏوگڏ تحرير ذريعي به ڪم ڪيون، دنيا جي مختلف ٻولين ۾ نئيا نئيا ڪتاب شايع ڪيون. اسان کي پريس پنهنجي هجي، ماهوار رسالو جاري ڪيون، ڪتابي سلسلو هجي.

اڄ شيعت، قاديانيت ۽ عيسائيت زور وٺي رهي آهي، اسان به ساده لوح مسلمانن کي پنهنجي هن خدمت ذريعي بچايون. پاڪستان ۾ لکين ماڻهو عيسائي بڻجي چڪا آهن، قاديانين کي غير مسلم قرار ڏيڻ جي باوجود به سندن ڪوششون جاري آهن. جماعت اسلامي وارا به تحريري ڪم گهڻو ڪري رهيا آهن.

فرمايائون ته پنهنجي جماعت جو تعارفي ڪتاب هجي، تبليغ لاءِ هدايتون هجن، سنتن تي ڪتاب هجي، غير مذاهب جي واقفيت ڪري، انهن جي رد ۾ ڪتاب لکيا وڃن. روحاني طلباءَ لاءِ ننڍا ننڍا ڪتاب هجن، اعتقادن جي باري ۾ هڪ

جدا ڪتاب هجي. مسواڪ، وضو، غسل وغيره جي متعلق جدا جدا ڪتاب هجن. سلسلہ مبارڪ جو سنڌي ترجمو هجي ۽ خطبات غفاري نئين سر ڇپرايا وڃن. جماعت جو تبليغي نصاب جدا هجي، عورتن لاءِ ديني مسئلن جو ڪتاب هجي. رمضان شريف لاءِ اشتهار ۽ ڪتاب هجن. ذڪر جي باري ۾ قرآن و حديث جي دليلن سان ڪتاب هجي.

**فرمايائون** تہ هندوستاني ماڻهن ۾ لکڻ جو مادو گهڻو آهي. مولوي اشرف علي صاحب اڃان پاڻ زنده هو تہ سندس سوانح حيات ڇپجي ويئي، صرف آخري جلد رهيل هو جو سندس وصال بعد مڪمل ٿيو. اهو سوانح حيات جو ڪتاب ٻہ هزارن صفحن تي مشتمل آهي. اسان کي بہ پنهنجي مرشد هاديءَ جي سوانح حيات لکي ڇپائڻ گهرجي.

**فرمايائون** تہ خالي شيخ چليءَ وارا خيالي پلاءُ نہ هجن، عملي قدم کڻو، لکڻ جو تجربو پيدا ڪيو، ٿورو ٿورو روزانہ لکندا رهو.

پاڻ وٽ بياض رکو، ڪتاب خريد ڪري مطالع ڪيو، انهن مان جيڪا ڳالهہ تبليغ لاءِ يا ڪو دليل مناسب نظر اچي تہ نوٽ ڪندا وڃو، آهستي آهستي مواد جمع ٿي ويندو. جدا جدا مضمون ورهائي کڻو ۽ لکندا رهو، پوءِ انهن کي ترتيب ڏيڻي سکهجي ٿي. اڳين ماڻهن کي پيا بہ تہ ڪم هئا، پر تصنيف بہ ايتري ڪئي اٿن جو عقل حيران آهي تہ هي شايد فرشتا هئا.

**امام غزالي** رحمة الله عليه جي عمر ٥٠ يا ٥٥ ورهيہ هئي، پر جيڪي ڪتاب لکيا اٿن يا وري تدريس سان گڏ عبادت رياضت ڪئي اٿن، عقل حيران آهي.

فرمايائون ته هيءَ جماعت دين جو ڪم خاص خدا جي رضا خاطر ڪري رهي آهي، تنهن لاءِ اسان کي به گهرجي ته جماعت جي ڪارگذاري اکي، ترغيب تحريص خاطر ماڻهن تائين پهچائجي. باهران تبليغ وارا آيل خطوط جمع ڪري، انهن مان اقتباسات ڪڍي، اهي به شايع ڪرڻ گهرجن.

الحمد لله! حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جون ڪوششون ڪامياب ٿيون ۽ اڄ رات واريون دعائون قبول ٿيون. ڪيترائي ڪتاب ۽ اشتهار ڇپيا آهن ۽ انهن لاءِ جماعت کان ڪنهن به قسم جو چندو نه ٿيو آهي.

مزيد ان ڪم کي قوت وثائق لاءِ پاڻ هڪ اداره بنام **"اداره تبليغ روحانية و اصلاح روح"** باقاعدي رجسٽرڊ ڪرايائون ۽ ان جي تحت ڪتاب نڪري رهيا آهن.

# ڪتابن ۽ اشتهارن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

| نمبر شمار | ڪتاب جو نالو | مصنف | ٻولي | موضوع |
|---|---|---|---|---|
| ١ | گنجينهٔ حيات غفاريه | بيگ رمورالحي | سنڌي | حضرت پيرمٺا جي سوانح حيات |
| ٢ | برڪاتِ تبليغ | 〃 | 〃 | تبليغ جون فضيلتون |
| ٣ | روحاني زندگي | 〃 | 〃 | زندگي گذارڻ جا اهم اصول |
| ٤ | ڪامياب زندگي | 〃 | 〃 | هڪ سچي مسلمان جي زندگي |
| ٥ | جوڳيءَ جا ڳايوس | 〃 | 〃 | هڪ اصلاحي افسانو |
| ٦ | عشق حبيب صلى الله عليه وسلم | 〃 | 〃 | اصحابن جون سچيون آکاڻيون |
| ٧ | راهِ نجات | 〃 | 〃 | ڪاڻ پيٽ جا آداب |
| ٨ | دين جو درد | 〃 | 〃 | دين جي فڪر بابت |
| ٩ | دنيا دمر گذر | 〃 | 〃 | دنيا جي زندگي ۽ فڪرِ آخرت |
| ١٠ | مڪتوبات بخشيه | 〃 | 〃 | حضرت سهڻا سائين جن جا خطوط |
| ١١ | ديدار بازي | 〃 | 〃 | بدنظريءَ جا ذهني جسماني نقصان |
| ١٢ | زهريلا ڏنگ | 〃 | 〃 | موجوده معاشري لاءِ اصلاحي ناول |
| ١٣ | اطاعة الله في اطاعة الرسول | 〃 | عربي | اتباع سنت متعلق |
| ١٤ | هدايت السالكين | مولانا حبيب الرحمٰن ماي | اردو | صالحن جي صحبت |
| ١٥ | ذڪر الرحمٰن | 〃 | 〃 | ذڪر جي باري ۾ |
| ١٦ | گنجينهٔ حيات بخشيه | 〃 | 〃 | سوانح حضرت سهڻا سائين رح |
| ١٧ | پندرهويں صدی کا پيغام | 〃 | 〃 | نئون عزم بالجزم |

| نمبر شمار | ڪتاب جو نالو | مصنف | ٻولي | موضوع |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ۱۸ | نظرِ ڪرم | مولانا حبيب الرحمٰن صاحب | اردو | تعارف |
| ۱۹ | نظرِ ڪرم | 〃 | سنڌي | تعارف |
| ۲۰ | برڪاتِ رمضان | 〃 | 〃 | رمضان شريف جي باري ۾ |
| ۲۱ | ذڪر الله | مولانا محمد داؤد صاحب | اردو | ذڪر جي باري ۾ |
| ۲۲ | سهڻي صلاح - فضائل صحابه | 〃 | سنڌي | اصحابن جي باري ۾ |
| ۲۳ | اصلاح المسلمين رساله | جماعت اصلاح المسلمين | اردو | ديني اسلامي ڪتابي سلسله |
| ۲۴ | نزولِ رحمت | مولانا نور الدين صاحب | 〃 | رمضان شريف جي باري ۾ |
| ۲۵ | برڪات طهارت | مولانا اسرار احمد صاحب | سنڌي | مسئلن جو ڪتاب |
| ۲۶ | حضرت امام اعظم ابو حنيفه رحه | هالا | 〃 | حضرت امام اعظم جي سيرت |
| ۲۷ | رمضان جون فضيلتون | هالا | 〃 | رمضان جي متعلق |
| ۲۸ | حضرت مجدد الف ثاني رحه | حيدرآباد | اردو | حضرت امام رباني جي متعلق |
| ۲۹ | حضرت مجدد الف ثاني رحه | لاڙڪاڻو | سنڌي | 〃 〃 〃 |
| ۳۰ | مرحبا صد مرحبا | مولانا ڪريم بخش صاحب | اردو | رمضان شريف جي باري ۾ |
| ۳۱ | مرحبا صد مرحبا | 〃 〃 | سنڌي | 〃 〃 〃 |
| ۳۰ | اندهيري راتين دين کي باتين | مولانا انوار المصطفیٰ | اردو | اسلامي تعليمات |
| ۳۳ | زينت النساء | مولوي محمد اسماعيل صاحب | سنڌي | عورتن لاءِ مسئلن جو ڪتاب |
| ۳۴ | محبت کا پيغام | ميرپور خاص | اردو | درگاه جو تعارف |
| ۳۵ | الطّاهر | روحاني طلبه جماعت | اردو سنڌي | اصلاحي رسالو |

| نمبر اشتهار | اشتهار جو نالو | مؤلف | ٻولي | مضمون |
|---|---|---|---|---|
| ١ | ہم اور آپ ـ ایک خط آپ کا تعارف | بيدار مورائي | اردو | تعارف |
| ٢ | موجودہ تباہی کے اسباب اور علاج | 〃 | 〃 | موجوده معاشري جي باري ۾ |
| ٣ | ويهه وڳي تي تقلمرجن جي هٿ ۾ | 〃 | سنڌي | صالحن جي صحبت |
| ٤ | سجاڳي جو سڏ | 〃 | 〃 | 〃 〃 〃 |
| ٥ | سهڻي صلاح منظوم | منصور ويراڳي | 〃 | الله وارن جو پيغام |
| ٦ | خدمتِ خلق | بيدار مورائي | | خدا ۽ خلق جي خدمت |
| ٧ | راهِ نجات | 〃 | | اتباعِ سنت |
| ٨ | ستا اُٿي جاڳ | 〃 | 〃 | مسلمن جو ڪتاب |
| ٩ | مينگهه ملهار | 〃 | 〃 | رمضان شريف جي باري ۾ |
| ١٠ | بي مثال دو بستيان | پنجاب | اردو | فقير پور ۽ الله آباد جو تعارف |
| ١١ | دستور العمل | روحاني طلبجماعت | 〃 | جماعت جو آئين |
| ١٢ | همارا طريقهٔ ڪار | 〃 | اردو سنڌي | 〃 〃 |
| ١٣ | عزائم | 〃 | 〃 | 〃 〃 |

بسم الله الرحمن الرحيم

باب نائون :



خدا جي خلق جي خدمت، حقيقت ۾ عبادت آ ؛
اهائي روح جي راحت، اهائي دل جي دولت آ.

## عبادت

بيمار کان پڇڻ، دلي همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ، حضرت رسول مقبول ﷺ جن جي پياري سنت آهي.

پاڻ سڳورا ﷺ، مسلمان مريض جي مزاج پُرسيءَ کان علاوه، پاڙي جي مخالف مشرڪن جي بيماريءَ جي خبر ٻڌي، قرب جا قدم ڀري، وڃي انهن دشمنن جا اڱڻ اجاريندا هئا.

تاريخ شاهد آهي ته هڪ يهودڻ عورت، جيڪا الله جي حبيب ﷺ جن جي رستي ۾ ڪنڊا رکندي هئي، سا بيمار ٿي پيئي. هڪ ڏينهن رستو صاف ڏسي پاڻ سڳورا بيهي رهيا ۽ فرمايائون ته ڪهڙو سبب آهي، جو اڄ رستو صاف آهي؟ ٻڌايو ويو ته سائين! اها عورت بيمار آهي. پاڻ فرمايائون هلو ته سندس طبيعت پڇي اچون!

”هر کسے در راه من خارے نهد، من گل نهم“

جيڪو منهنجي رستي ۾ ڪنڊا رکندو ته آءٌ ان جي واٽ ۾ گل رکندس. دنيا جو دستور ۽ قانون ته هي آهي.

چڱا ڪن چڱايون، مٺايون مٺن،
جو وڙ جڙي جن سهن، سو وڙ سي ئي ڪن.
(شاه)

پر جيئن ته محبوبن ڪريمن جو شان نرالو آهي تيئن سندن خلق به نيارو آهي.

چڱن سان چڱايون، ائين سڀڪو هوءِ،
پر تو جيها نه ڪوءِ، ڪري بُرن سان ڀلايون.
(شاه)

حضور اڪرم ﷺ جن جي انهيءَ اعليٰ اخلاق جو نتيجو اهو نڪتو، جو اها دشمن عورت، محبوبن جي مٺان ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ۽ جهنم جي باهه کان بچي پيئي.

سيدي و مرشدي حضرت قبله **سهڻا سائين** رحمة الله عليه جن به بيمار جي پڇڻ جو خاص خيال رکندا هئا. ڪو به ڳوٺ وارو، مسافر يا مدرسي جو طالب، بيمار ٿي پوندو هو ته پاڻ بنفسِ نفيس، جماعت سميت آن وٽ طبع پُرسيءَ لاءِ تشريف فرما ٿيندا هئا.

آخري چند سالن ۾ ڪين ڪافي عوارضات ٿي پيا، خصوصاً هلڻ ۾ گهڻي تڪليف ٿيندي هئي، آن هوندي به پاڻ عصا (لٺ) مبارڪ جي ٽيڪ تي، قرب جا قدم پري، وڃي پنهنجي بيمارَ، بستري پيل، عاشقن فقيرن کي گهر وڃي، ديدار جي دولت سان نوازي، زيارت جو شرف بخشي، سنت نبوي ﷺ جي تعميل ڪندا هئا.

گند جنين جي گوڏ ۾، پابوڙا پوشاڪ،
انهن جـي اوطاق، راڻـو ريجهي آيـو،
(شاه)

اهي محبت وارا مريض، محبوبن جي نوراني چهري ڏسڻ سان ٿي باغ بهار ٿي ويندا هئا. ڪيتري ڀيرا تڪليف ڇو نه هجي پر بيمار پاڻ کي خوش محسوس ڪندي، استقبال لاءِ اٿڻ جي ڪوشش ڪندو هو ڇو ته "جي جاني اندر جيءَ، سي پرين پيهي گهر آيا" مگر پاڻ اُن کي اُٿڻ نه ڏيندا هئا، بلڪ سـَتل مريض کي اٿي ويهڻ کان به منع ڪندي، شفقتاً فرمائيندا هئا ته اوهان نه اُٿو، تڪليف ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي.

طبع پرسي ڪرڻ مهل، بيمار جي دلجوئي ڪندي، پاڻ اڪثر هيئن فرمائيندا هئا ته پرواهه نه ڪر، زوراوَر ٿون ته خوش آهين، اجايو ڪٿي سُست ٿيو آهين، وغيره. اهڙي طرح همت افزائي ڪرڻ بعد بيمار جو نالو وٺي، فقيرن ڏانهن مخاطب ٿي فرمائيندا هئا ته هن دوست لاءِ دعا گهرو ته الله تعاليٰ کيس شفا عاجله ۽ صحت ڪاملہ عطا فرمائي. دعا گهرڻ بعد وري به مريض کي اُٿڻ کان منع ڪندي، پاڻ واپس روانا ٿيندا هئا.

نماز جي وقتن تي، مريض جي مائٽن کان، بيمار جي صحت جـي باري ۾ پڇندا هئا تـه هـن وقت سندس طبيعت ڪيئن آهـي، ڊاڪٽر صاحب کي ڏيکاريو اٿوَ يـا نـه، علاج ڪنهن کان ٿا ڪرايو؟ علاج اندر سُستي، غفلت هرگز نـه ڪريو. جيڪڏهن ڪو ڊاڪٽر يا حڪيم بر وقت موجود هوندو هو ته اُن کي مريض جي علاج لاءِ تاڪيد فرمائيندا هئا. جيڪڏهن ڪو فقير علاج اندر سُستي يا تڪاسلي ڪندو هو تـه پاڻ اُن تي سخت رنج ٿيندي فرمائيندا هئا ته گهڻا سادا فقير وري هيئن چوندا آهن تـه علاج ڪرائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. بس،

پهر جي دعا ئي ڪافي آهي، پاڻي يا لوڻ به پڙهائي رکمو اٿم، اهو استعمال ڪرايون پيا، پاڻهي ڇاق ٿي ويندو، ائين ڪرڻ صحيح نه آهي.

**واقعي** دعا شفا آهي. پڙهيل لوڻ ۽ پاڻيءَ ۾ به اثر آهي، اهو پلي مڃجي، پر ساڳئي وقت دوا ڪرائڻ به سنت آهي، ان ۾ ڪنهن به قسم جي سستي ڪرڻ نه گهرجي. جيڪي شخص غربت يا مسڪيني سبب علاج ڪرائي نه سگهندا هئا، انهن کي فرمائيندا هئا ته پئسو نه هجي ته هن عاجز کي اطلاع ڏيو، انشاءالله تعاليٰ هي عاجز پنهنجي وس آهر اوهان جي مدد ڪندو، هن ۾ حجاب ڪرڻ جي ڪابه ضرورت نه آهي، پاڙي وارن تي هڪٻئي جا وڏا حق ۽ ذميواريون آهن. آڌيءَ مانجهيءَ، هي عاجز اوهان جو خادم، حاضر آهي.

ويٺي جنين وٽ، ڪوڙين ٿين قرار؛
ڏٺي ڪر م دار، پاڙو تن پرين جو.
(شاهہ)

# پرهيز

پاڻ پرهيز يعني ڪريءَ جو خاص تاڪيد فرمائيندا هئا. مسافر فقيرن يا طالبن لاءِ لانگري صاحب يا ڪنهن ٻئي کي فرمائيندا هئا ته هن فلاڻي مريض کي ڪريءَ موافق هلڪو کاڌو تيار ڪرائي ڏيو. ڪڏهن ته پاڻ پنهنجي سير، حويلي مبارڪ مان ڪشڪ، يخني يا کچڙي وغيره تيار ڪرائي موڪليندا هئا. ان کان علاوه سردي، گرمي يا ٻاهرين هوا کان بچڻ جو گهڻو تاڪيد فرمائيندا هئا.

**پاڻ فرمائيندا** هئا ته گرم بستري مان بنا ڪپڙي ويڙهڻ جي جلدي ٻاهر نه نڪرندا ڪريو ڇو ته ٻاهرين ٿڌي هوا، گرم جسم تي جلد اثر ڪندي آهي. نه رکو ايترو، پر

سياري جي موسم ۾ پاڻ جڏهن نماز لاءِ حويلي مبارڪ کان ٻاهر ايندا هئا ۽ ڪن فقيرن کي ٻاهر صحن تي پيرين اگهاڙو ڏسندا هئا ته ناراض ٿيندي فرمائيندا هئا ته ٿڌ جو خاص خيال رکو، تانته غسل ۽ وضو به ٻاهر کليل هوا ۾ نه ڪريو بلڪ اهڙي جاءِ تي وضو ڪيو، جتي ٻاهرين ٿڌي هوا پهچي نه سگهي.

آن ڪان علاوه وقتي ضرورت مطابق بخار، کنگهه، پيٽ يا مٿي جي سور وغيره لاءِ مختصر دوائون، انجيڪشن ۽ گوريون پڻ گهر ۾ رکيل هونديون هيون، جيڪي ضرورت مهل ڳوٺ وارن يا طالبن کي مفت ڏنيون وينديون هيون.

ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڪا عورت بيمار ٿي پوندي هئي ته آن جي طبع پُرسيءَ واسطي پنهنجي حرم پاڪ کي تاڪيد فرمائيندا هئا ۽ ساڳئي وقت ڪجهه ميوو به مريض واسطي ڏياري موڪليندا هئا.

مون سي ڏٺا ماه، جنين ڏٺو پرينءَ کي؛
ڪري نه سگهان ڪاه، انهن سندي ڳالهڙي
(شاهه)

# همت افزائي

پاڻ فرمائيندا هئا ته دلجوئيءَ سان گڏ، مريض کي هميشه همتائڻ کپي. ائين نه چئجي ته واقعي تون بيمار آهين، تنهنجون اکيون به ذرا ڏيڍي ويون آهن، ڏسڻ ۾ به ڪمزور پيو اچين، تڪليف شايد زياده آهي، وغيره. ائين ڪرڻ سان مريض وڌيڪ مايوس ۽ سست ٿيندو ۽ ڏينهون ڏينهن ويندو پوئتي پوندو تنهن لاءِ ڪوشش اهڙي ڪجي جو بيمار، بيماريءَ جي باوجود

پاڻ کي ڇڱو ڀلو محسوس ڪري، سٺل هجي ته بنا ٽيڪ جي ويهي رهي ۽ ويٺل هجي ته اٿي گهمڻ شروع ڪري ڏيئي انساني صحت توڙي بيماريءَ تي نفسياتي اثر گهڻو ۽ جلد ٿيندو آهي

# نصيحت آميز نقل

مثنوي شريف اندر نقل آهي ته هڪ دفعي مدرسي جي طالبن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته اڄ ڪهڙي به نموني پڙهڻ کان موڪل ڪجي، تنهن لاءِ رٿيل منصوبي تحت، طالب جدا جدا، ٽولن جي صورت ۾، استاد جي اچڻ واري رستي تي ويهي رهيا. استاد صاحب به جيئن جو گهر مان ٻاهر نڪتو ته هڪڙي ٽولي اڳتي وڌي، سلام ورائي چيو ته سائين! چو ڀلا طبيعت ٺيڪ ته آهي؟ اڄ منهن ۾ مرڙئي لٿل پيا ڏسجو؟ استاد چيو ته ڪجهه نه آهي، الله بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهيان.

اجان ٻه-ٽي قدم اڳتي مس وڌيو ته ٻيو ٽولو ملمس ۽ ڪيس چيائون ته سائين! اوهان ڪالهه ته خوش هئا، شايد رات واري هڪ ٿي بخار اوهان کي هن حد تائين پهچائي ڇڏيو آهي؟ پوءِ به شاباس هجي اوهان جي ايمان کي، جو هن حالت ۾ به مدرسي آيا آهيو؟ اتي استاد صاحب کي به ڪجهه سوداءُ ورتو ته واقعي منهنجي طبيعت ۾ ڪجهه ڦيرو اچي ويو آهي.

اجان استاد ڪلاس ۾ داخل مس ٿيو ته شاگرد ڪيس چؤطرف وڪوڙي ويا ۽ چيائون ته سائين! طبيعت گهران ئي خراب هئي يا رستي تي اوچتو حملو ٿيو آهي، حڪم ٿئي ته ڪنهن حڪيم کي وٺي اچون. نه رڳو ايترو پر طالب هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته سائينءَ کي اوچتو هوا جو اثر ٿي ويو آهي. بس، انسان ويچاري جو ڪهڙو حال آهي، نه گرمي سهي ته

سردي سٺي. استاد ويچاري جو چهرو به سچو ڦڪو ٿي ويو آهي، رت جو چڻ ته نانءُ نشان به نه رهيو آهي.

اهي ڳالهيون پڻ ٻڌي، استاد جي سچ پچ طبيعت خراب ٿي پئي ۽ طالبن کي چيائين ته اج آءٌ پڙهائڻ جهڙو نه آهيان، اوهان پلي گهر هليا وڃو. ڪن وڏن طالبن عرض ڪيو ته سائين! اسين اوهان کي هن حال ۾ اڪيلو ڇڏي نٿا سگهون، خبر ناهي اوچتو رستي ۾ اڃان به طبيعت خراب ٿي پوي، تنهن لاءِ اوهان کي دروازي تي ڇڏي، پوءِ واپس ويندا سون. استاد ويچاري کي وٽر سورنهن آنا پڪ ٿي ۽ ساڳئي وقت شاگردن جي عقيدت، محبت ۽ همدرديءَ جو به ڪيس احساس ٿيو.

بس، استاد صاحب گهر ۾ پهچڻ شرط ڏڪڻ لڳو ۽ چيائين ته بختاور! وارو ڪر، جلدي بسترو وڇاءِ، اڄ منهنجي طبيعت ٺيڪ نه آهي. زال چيس ته ميان خير ته گهڻو، هيئنر ٺيڪ ٺاڪ مدرسي ويو آهين، يڪدم طبيعت خراب ٿي پيئي. همراهه چوڻ لڳو ته وڏيڪ ڏيکه نه ڪر، طبيعت خراب ٿيڻ ۾ ڪو وقت ٿورڻي لڳندو آهي. بس، اجايو متو نه هڻ، مون کي هن وقت الائي ڇا ٿو ٿئي. سڄو جڳ جهان چوي پيو ته آءٌ بيمار آهيان، طالب ويچارا مون کي دروازي تي ڇڏي ويا آهن ۽ تون وري پٺي چوين ته توکي ڪجهه نه ٿيو آهي.

# همدردي جو هڪ مثال

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو ڄامشورو اسپتال ۾ تازو آپريشن ٿيل هو. هڪ رات اوچتو ٿي اوچتو، پٺ واري ڪمري مان روج راڙي ۽ دانهن جو آواز آيو. ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ شخص آيو ۽ چيائين ته يا حضرت! هن وقت اسپتال اندر ڪوبه ڊاڪٽر يا ڪمپائونڊر ڊيوٽيءَ تي نه آهي ۽

نه وري ڪو فون تي ئي ماڻهو موجود آهي، اسان جي همراهه کي سخت تڪليف آهي ۽ سڪرات ۾ مبتلا آهي، مهرباني ڪري، سائينجن پاڻ هلي دعا گهُرن ته جيئن همراهه کي ڇوٽڪارو ۽ آزادي ملي.

آن وقت ڪمري اندر ڊاڪٽر عبداللطيف چنا ۽ ”راقم الحروف“ موجود هئاسين. ڊاڪٽر صاحب آن شخص کي سمجهايو ته حضرت صاحب جن جو به تازو آپريشن ٿيل آهي ۽ ساڳئي وقت ڊاڪٽرن اٿڻ جي به منع ڪئي آهي.... ايتري ۾ حضرت قبله سهڻا سائين جن فرمايو ته مونکي ٽيڪ ڏيئي آٿاريو، خبر ناهي، اهو شخص ويچارو ڪيتري وقت کان تڪليف ۾ هجي.

سبحان الله ! حضرت صاحب جن هڪ مسلمان ڀاءُ جي تڪليف ۽ پريشانيءَ جو وڌ ۾ وڌ فڪر ۽ احساس رکندي، پنهنجي تڪليف کي وساري ڇڏيو.

واقعي همدردي ۽ ايثار جا واقعا تاريخ جي سونهري ورقن تي اڄ به لکيل آهن پر ”مسلمانی در کتب و مسلمانان در گور“. مسلمان ويچارا قبرن ۾ آهن ۽ مسلماني ڪتابن ۾ محفوظ آهي.

بهرحال حضرت قبله سهڻا سائين جن پنهنجي هڪ ٻانهن ڊاڪٽر عبداللطيف چنه جي ڪلهي تي ۽ ٻي ٻانهن راقم الحروف جي ڪلهي تي رکي، هلڻ شروع ڪيو.

نهايت عجيب و غريب منظر هو، سندن بدن مبارڪ اندر لرزش هئي، ڪمزوريءَ سبب پيرن جون آڱريون مبارڪ زمين سان گهلبيون پيئي آيون. جڏهن ڪمري اندر پهچڻ ٿيو ته حالت تمام نازڪ هئي، همراهه جي هيڏڪيءَ مٿي هڏڪي لڳي پيئي هئي. حضرت صاحب جن اهڙي حالت ۾ ڏسندي ۽ ٽيڪ ڏيندي پنج يا ست منٽ دعا گهري. جڏهن واپس ڪمري تي پهچڻ

ٿيو ته رڙيون، واڪا ۽ دانهون بند ٿي ويون. سمجهه ۾ ائين پئي آيو ته شايد ڪم پورو ٿي ويو ۽ روح وارو پکي جسم واري پنجري مان اڏامي ويو.

ڪجهه وقت کان پوءِ اهو ساڳيو شخص ٻيهر آيو ۽ چوائين ته يا حضرت! الحمدلله!! الله تعاليٰ اوهان جا هٿڙا کڻڻ قبول فرمايا ۽ اوهان جي دعا سان هينئر همراهه ٺيڪ آهي.

# دعا دواءِ نظر شفا

فقير غلام محمد ڪلهوڙو حال رهندڙ ڪنڊيارو ٻڌايو ته ١٩٧٢ع ۾ مون تي اهڙي رنگ جو سخت حملو ٿي پيو. جون جو گرم مهينو، پکو بلڪل بند، رات ڏينهن ڪمبل ۾ ويڙهيل هوس، مائٽن مونکي هيلٿ سينٽر ڪنڊيارو ۾ داخل ڪرايو. تڪليف ايتري ته وڌي ويئي جو ڊاڪٽر غلام سرور مستوئي، جيڪو هن اسپتال جو وڏو ڊاڪٽر هو، اُن صاحب ڪافي ڪوشش ڪانپوءِ منهنجي مائٽن کي ٻڌايو ته الله جي رحمت وڏي آهي، باقي اميد نظر گهٽ ٿي اچي.

اسان اُن اميد ۽ نا اميديءَ جي ڪشمڪش ۾ مبتلا هئاسين ته حضرت قبله خواجه غريب نواز سهڻا سائين رحمة الله عليه جن مرحوم ڊاڪٽر عبداللطيف چنهه جي دعوت تي ڪنڊيارو تشريف فرما هئا. ڪنهن فقير سائن منهنجي بيماريءَ جو ذڪر ڪيو. صبح سوير، اچانڪ ڊاڪٽر ٻه اسپتال ۾ ڪونه آيا هئا ته حضرت سهڻا سائين مونکي پڇڻ لاءِ اسپتال آيا، سائن سائين مرحوم نصيرالدين شاهه صاحب ۽ مرحوم ڊاڪٽر عبداللطيف چنهه به گڏ هئا.

حضرت سيدي و مرشدي مربي، منهنجي پرسان اچي ويٺا، ڪافي دلجوئي ڪرڻ بعد منهنجي صحتيابيءَ لاءِ پنهنجا مبارڪ

هتڙا مٿي کڻي دعا گهريائون ۽ منهنجي مائٽن کي تسلي ڏيندي فرمايائون: اوهان کنهن به قسم جو خوف خطرو نه ڪيو، انشاءَ الله تعاليٰ فقير چڱو ڀلو ٿيندو. "دعاء' دواءٌ و نظره' شفاءٌ" الله وارن جي دعا دوا آهي ۽ سندن نظر شفا آهي.

ٿوري دير بعد ڊاڪٽر آيو ۽ اچي معائنو ڪيائين. حيرت وچان چوڻ لڳو ته هي ڇا ٿي ويو؟ تنهنجا ته ڪي بخت ڀلا آهن، ڪالهه ته تو ۾ بچڻ جو به آسرو ڪونه هو، اڄ ته خون جو دورو به نارمل آهي ۽ هوش به اڳي کان طبيعت چڱي آهي. آن ٽي فقير ڪيس ٻڌايو الحمد لله! اڄ خوش قسمتيءَ سان منهنجا محبوب مرشد پنهنجا قدم پري هت اسپتال ۾ آيا هئا ۽ پنهنجا هتڙا کڻي منهنجي حق ۾ دعا گهريائون، بس! انهن جي نوراني نظر ۽ باطني توجه جو اثر آهي.

آيا آس ٿيام، ٻاروچا ٻنيور ۾؛
ٻسي ٻهر پنهونءَ جي، نُهه، سهن نهڻ نريام؛
گونـدر وسرئام، سُڪن شاخون ڪيون.
(شاهه)

فقير غلام محمد ٻڌايو ته جيتري قدر مونکي ياد آهي ته آن ڪانپوءِ صرف پنج ڏينهن اسپتال ۾ رهڻ بعد ڊاڪٽر موڪل ڏيئي ڇڏي ۽ آءٌ پنهنجي ڳوٺ دين پور شريف هليو ويس.

(انشاء الله تعاليٰ باقي آئينده)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

باب ڏھون:

# ملفوظات شريف

## فڪرِ آخرت

**فرمايائون:** دنيا جي زندگي چند روز آهي. حياتي برف وانگر ڳري رهي آهي. صحت، جواني ۽ فراغت خداداد نعمتون آهن، انهن جو صحيح استعمال ڪيو وڃي وقت جو قدر ڪيو، ان کي ضايع نه ڪيو. هن حياتيءَ جو منٽ منٽ، پلڪ پَلڪ نهايت قيمتي آهي. هن عارضي مهلت ۾ ڪجهه ڪري وٺجي، صبحاڻي هي مجلسون ۽ موقعا نه هوندا. ڪيئي ڏيهين جا ڌڻي، ملڪن جا والي، منهن ويڙهي، وڃي قبرن ۾ آرامي ٿيا. اڄ انهن جي قبرن تي ڏيئا ٻاريا پيا آهن، ڪا پڇڻ واري پهرَ ڪانهي. دنيا رهندي رهجي ويئي، پٽ ۽ اولاد، زال پياري ۽ چار گهوڙا گاڏي، وڃي پنهنجي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿيا.

ســارو ميٺ ملير جا، سڀ پرڪيا مون؛
سهڪي ياڻي سيڪو، اوڪئي تونهين تون؛
مولا متان مون، هٿ نه لاهج ٻاجهه جو.
(شاهه)

**اي انسان!** توکي خبر آهي ته جنهن دنيا لاءِ تو پنهنجي پياري زندگي گذاري، جان جهوري، مٽ مائٽ رنجايا، جهيڙا جهڳڙا، ڪيا، خون فساد ٿيا، ان ۾ تنهنجو حصو ڇا آهي؟

اے دل تو دریں دنیا، چرا بے خبری؛
روزانه شباں در طلب، سیم و زری•

اي دل! ڇاجي ڪري تون دنيا ۾ غافل آهين، رات ڏينهن سون چانديءَ جي فڪر ۾ آهين•

دریں قسمت جهاں، ترا یک کفن است؛
این هم گماں است، بُری یا نه بُری•

توکي خبر آهي ته آن ملڪيت ۾ تنهنجو حصو ڪهڙو آهي؟ فقط هڪ ڪفن، سو به يا نصيب•

**نقل** آهي ته ٻه زال مڙس هئا، جيڪي تمام مسڪين هئا، محنت مزدوري ڪري پيا پنهنجو پيٽ پالهيندا هئا، ان زماني ۾ گڏهه جي سواريءَ کي به غنيمت سمجهيو ويندو هو. هنن کي به شوق ٿيو ته اسان به گڏهه جي سواري ڪيون. تنهن لاءِ پئسو پئسو ڪري، ڪجهه بچائي، نيٺ وڃي گڏهه خريد ڪيائون. وري خيال ٿين ته بنا زين جي سواري ڪهڙي ڪم جي، تنهن لاءِ پيٽ کي بکون ڏيئي، ڪجهه عرصي ڪاٺپوهه زين به خريد ڪري آيا. ڪالهه صبح جو سواري ڪرڻي آهي، اوڙي پاڙي وارن مبارڪون ڏنيون•

قدرت خدا جي، رات ٿي، آيو جو بگهڙ، سو گڏهه جو پيٽ ڦاڙي هليو ويو. بس، سالن جي ڪئي ڪمائي برباد•

**افسوس!** دنيا جي ديوانن ۽ مايا جي مستانن جو به اهو ئي حال آهي، موت اچي ويو، سڀ اميدون مٽيءَ ۾ ملي ويون•

ڪڏهن ڳاڙهو ڳهوٽ، ڪڏهن ساڙهه مقام ۾؛
واريءَ سندو ڪوٽ، اڏي اڏيندين ڪيترو.
(شاهه)

افسوس! اي نفس!! دنيا جي محبت توکي دين جي طرف ڪو توجه ڪرڻ نه ڏنو. ڀلا ته سهي، ڪڏهن وقت ايندو، جو تون سڌرندين؟ ڇا! تو پنهنجي مٺڙي مالڪ جو هي شفقت ڀريو ڪتاب نه ٻڌو آهي؟

أَلَمْ يَأْنِ لِلَّذِيْنَ آمَنُوْا اَنْ تَخْشَعَ قُلُوْبُهُمْ لِذِكْرِ اللّٰهِ (پ٢٧ سورة الحديد ع٢)

ڇا! ايمان وارن لاءِ اهو وقت اڃان نه آيو آهي، جو سندن دلون خدا جي خوف کان جهڪي پون.

سٿي نه سرنديا، ڪر ڀچار ڀرينءَ جي؛
وهاسي ويندياءِ، ڳهڻا هٿندي ڏينءَ هٿڙا.
(شاهه)

لقمان حڪيم، جنهن جو ذڪر قرآنِ ڪريم اندر به آيو آهي. ڪنهن شخص ان جو گهر ڏٺو، جيڪو ڪکائون نهيل هو. عجب مان پڇيائون: ”اين خانهء لقمان است که يک مشت خس است“. ڇا! هي گهر لقمان جو آهي، جيڪو هڪ مٺ ڪکن جي آهي. حضرت لقمان حڪيم فرمايو: ”ره گذر را اين بس است“. بس، واٽهڙو، مسافر لاءِ هي ڪافي آهي، بلڪ هن فاني ۽ عارضي جهان ۾ هي به گهڻو آهي.

الله جي حبيب ﷺ جن فرمايو آهي:

”كُنْ فِي الدُّنْيَا كَاَنَّكَ غَرِيْبٌ اَوْ عَابِرُ سَبِيْلٍ“. دنيا اندر زندگي ائين گذار، جيئن ڪو مسافر، واٽ ويندڙ پيا پانڌيئڙو ڪنهن جاءِ تي گهڙي پل لاءِ ترسيل هوندو آهي، جيئن مسافر کي هر وقت پنهنجي ماڳ ۽ منزل جو اونو رهندو آهي، تيئن انسان کي به هميشه آخرت جي ابدي گهر جو فڪر هجي.

اهو مسافر ڪهڙو نه بي وقوف ۽ بي سمجهه چئبو، جيڪو پنهنجو وطن وساري، رستي تي محل ماڙيون اڏي ويهي رهي، تيئن هيءَ به اسان جي سراسر ناانصافي ۽ ناداني آهي، جو آخرت جي ابدي گهر کي وساري، هن دنيا کي سڀ ڪجهه سمجهي، دنيا سان لنوءُ لڳائي ويهي رهون.

ڏنگيءَ ڊاڙ داڻا، وٺي وڃهه وکر جا؛
ڍير وڙهندئي وسيرا، ويهڻ مَ ويڳاڻا؛
هيءَ نند نه ڇاڻان، ڪڏهن هٿندئي ڪَنَ مِ.
(شاهه)

**فرمايائون:** دنيا لاءِ ايتري ڪوشش ڪريو، جيترو دنيا ۾ رهڻو آهي ۽ آخرت لاءِ ايتري ڪوشش ڪريو، جيترو آخرت ۾ رهڻو آهي.

ياد رکو ته دنيا اوهان جي خدمت ۽ غلاميءَ لاءِ آهي پر افسوس! جو اوهان خادم کي ڪئي مخدوم بنايو آهي، رات ڏينهن ان جي پوڄا ۾ رهي آهي، اها ڳالهه عقل جي خلاف آهي.

دنيا جي ڪم ڪار جي ڪنهن منع ڪئي آهي؟ دنيا جو ڪم ڪار بيشڪ ڪيو، بلڪ منهنجا مرشد هادي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن ته ائين فرمائيندا هئا ته انئي پهر حلال ۽ جائز طريقي سان پلي دنيا جو ڪم ڪار ڪيو، پر آن سان دل نه لڳايو. دنيا ٻنڪن ۾، ٽڻنڪن ۾ هجي، پر دل ۾ ان کي جاءِ نه ڏيو ڇو ته دل خاص الله پاڪ جي محبت ۽ معرفت جي جڳهه آهي.

حضرت شاهه عبدالڪريم بلڙي واري فرمايو آهي ته:
”هنيون ڏجي حبيب کي، لڱ ڳڏجن لوڪ“- ظاهري عضون سان جائز نموني ڪاروبار ڪرڻ جي بلڪل اجازت آهي نه رکو ايترو پر سوال ڪان بچڻ ۽ اهل عيال کي سکي رکڻ

لاءِ دنيا جو ڪاروبار ڪرڻ عين عبادت آهي. ڪتابن لکيو آهي ته ڪي اهڙا بہ گناهه آهن، جيڪي روزگار جي تڪليف ۽ تنگي سبب بخشيا ويندا.

حضرت مولانا رومي رحمة الله عليہ مثال ڏيئي سمجهايو آهي ته دل ٻيڙيءَ وانگر آهي ۽ دنيا جا فڪر پاڻيءَ وانگر آهن. جهڙيءَ طرح ٻيڙيءَ لاءِ پاڻيءَ جو هجڻ تمام ضروري بلڪ ترقيءَ جو باعث آهي، اهڙيءَ طرح دنيا جا مونجهارا ۽ تڪليفون بہ دل جي واسطي ترقيءَ جو باعث آهن. پر اهو پاڻي تڏهن نفعي وارو ٿيندو، جڏهن ٻيڙيءَ جي هيٺان هوندو. جيڪڏهن اهو پاڻي ٻيڙيءَ جي اندر پهچي وڃي ته ٻيڙيءَ جي تباهي ۽ بربادي جو سبب بڻبو. اهڙي طرح دنيا جا فڪر بہ ايستائين فائديمند رهندا، جيستائين دل جي هيٺان هوندا، پر جيڪڏهن اهي فڪرات دل اندر اچي وڃن ته پوءِ انسان جي هلاڪت جو سبب بڻبا. تنهن لاءِ ضروري آهي ته دل کي دنيا جي تعلق ۽ فڪرن کان آزاد ڪجي، انهيءَ کي ئي عارفن ”ترڪ الدنيا واجبٌ“ سڏيو آهي.

ياد رهي ته ڪپڙا لٽا، سون چاندي، مال اولاد اها دنيا نہ آهي، دنيا اها آهي جيڪا الله جي ياد کان غافل ڪري.

**فرمايائون:** ڪاٽي ڳلو، ڪٽجي ڪلهو. حلال حرام ڪٺو ڪري، ٻچن ٻارن کي کارايائين، صبحاڻي هي اڪيلو، پاڻي پاڻي، رتي رتي، داڻي داڻي جو حساب ڏيندو. جنهن شيءِ لاءِ پاڻ کي ماريائين، ڳاريائين ۽ جهورڀائين، اها رهندي رهجي ويئي، ان جا وارث وڃي پيا ٿيا.

هٺ هٺ هاري هٺواس، منهنجو ڪلر منجهہ ٻج ڪريو؛
ورَ بہ ويہ نہ ڪري، ڪر بہ ڪاريہاس؛
جنهن ڪاڻ مياس، سي ڪانڌي ڪيچ نہ هليا.
(شاهه)

**افسوس!** تون جيڪي ڪجھ ڪندو ڪرين پيو، ان ۾ تنھنجو ڪوئي واسطو نہ رھندو ۽ سڀ پوين لاءِ ڪيئي، پڌاءِ تہ سڀئي، تو پنھنجي واسطي ڇا ڪيو آھي؟

**افسوس!** مولا پاڪ کي تو ياد نہ ڪيو، قرآن کي پٺي تو ڏني، صبحاڻي لاءِ ثمر تو نہ ڏاھيو، جڏھن موت آيو، اھي مال اسباب، جايون جڳھيون، سڀ اتي رھجي ويون. صبحاڻي ارمان ڪرڻو پوندو، حسرت وچان ھٿ مَلڻا پوندا.

• فاني ڙي فاني، دنيا دم نہ ھيڪڙو؛
لٽي لوڙھ لتن سين، جوڙيندئي جاني؛
ڪوڏر ۽ ڪاني، آھي سڀ سيڪنھين.
(شاھ)

**افسوس!** ڇا ڪرڻو ھو، ڇا ڪيوسين ۽ ڇا ڪيون پيا؟ فاني شين جي حصول لاءِ ڪيتري نہ ڪوشش ۽ سعيو آھي ۽ ھن لازوال نعمت لاءِ اسان جي سوچ ڪاڏي ويئي؟ جيڪو پانھو سعيد آھي، اُن لاءِ آخرت ۾ ڇا، ڇا نہ ھوندو؟ ربِ ڪريم جو ديدار، الله جي حبيب ﷺ جن جو ديدار، جنت جون پيون لازوال نعمتون، ھر قسم جي سلامتي، نہ بيماري، نہ سردي نہ گرمي ۽ نہ وري ڪو غم ۽ گھٽتي!

**فرمايائون:** الله تعاليٰ اھا زندگي عطا فرمائي، اھي ڪم ڪرائي، اھا ترقي، مرتبو دين دنيا جو عطا فرمائي، جنھن جو غرض، جنھن جو مقصد، جنھن جو نتيجو، دنيا جي عزت، مان" مطلوب نہ..... وڏيون پڳھارون مقصود نہ..... وڏو آفيسر بنجڻ محبوب نہ..... دنيا جا عيش اسباب راحتون مرغوب نہ..... دنيا جا محل مڪان منظور نہ..... ماڻھن جي واھ واھ، پڪل پڪل خانصاحبي مقبول نہ..... دنيا جو جمع ڪرڻ، عمده پوشاڪون، لذيذ کاڌا مسرور نہ..... ڪجھ نہ، ڪجھ نہ ڪجھ نہ..... فقط

اها طلب، محض اها تمنا، رکيو اهو غرض ته الله تعاليٰ راضي ٿئي، مالک الملک، خالق اڪبر راضي ٿئي، سلطان دوجهان، شهنشاه مڪي مدني، ء ربي عليه الصلواة والسلام راضي ٿئي، ملک قوم، دين اسلام جي خدمت جو شرف حاصل ٿئي.

ﷺ مصطفيٰ جي زندگي، درس حيات آهي؛
سچي مومن لئه سا بيشڪ، فقط راه نجات آهي.

هڪ ڏينهن حضرت فاروق اعظم رضہ محبوبن ڪريمن جي خدمت اقدس ۾ اچي ٿو، ڇا ٿو ڏسي ته الله جا حبيب ﷺ تڏي تي آرامي آهن ۽ سندن پٺي مبارڪ تي تڏي جا نشان نظر اچي رهيا آهن، مٿان ڪان ڪجيء جي ڪاٻار جو وهاڻو آهي ۽ پرسان هڪ پيالو ۽ ڪجهه جوَ پيل آهن.

هيء حالت ڏسي زارو قطار روئي ٿو. الله جا محبوب ﷺ سجاڳ ٿين ٿا ۽ فرمائن ٿا ته اي عمر! ڇذاء توکي ڪهڙي شيء رئاري رهي آهي. عرض ڪري ٿو ته يا رسول اللهﷺ! منهنجو پيء ـ ماء قربان ٿئي، اڄان ڇ نه رئان! ايران ۽ روم وارا عيش ۽ سزي ۾ هجن ۽ ڪائنات جو محبوب، لولاڪ جو مالڪ هن حال ۾ هجي. پاڻ فرمايائون: اي عمر! ڇا، تون الله جي هن انتخاب تي راضي نه آهين، جو ڪافرن لاء دنيا هجي ۽ اسان لاء آخرت هجي. "لاعيش الا عيش الآخرت". دنيا جو عيش ڪهڙو، حقيقت ۾ عيش آخرت جو آهي.

**فرمايائون** ته حضور اڪرم ﷺ جن جو هڪ پيارو صحابي، حضرت سلمان فارسي رضہ، وصال جي وقت زار و قطار روئڻ لڳو. هڪ ٻئي اصحابيء عرض ڪيو ته سائين ڇا! اوهان موت جي خوف کان ٿا رئو؟ پاڻ فرمايائون ته نه، ائين نه آهي، مگر جنهن شيء جي گڏ ڪرڻ کان حضور اڪرم ﷺ جن منع فرمائي هئي، اها شيء منهنجي گهر ۾ موجود آهي،

ان لاءِ پيو رڙان ته صبحاڻي محبوبن ڪريمن جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ ڪڻندس.

ياد رهي ته سندن وصال کانپوءِ سندن سموري ملڪيت هڪ ڪمبل، هڪ پيالو ۽ هڪ زنبيل (چمڙي جو ٿيلهو) هئي.

حضرت شير خدا رضه کي ڪنهن شخص عرض ڪيو ته يا اميرالمؤمنين! مون حضرت سلمان فارسي رضه کي ٽڏي ناهڻ لاءِ ٨ دينار ڏنا هئا. پاڻ وصال فرمائي ويا، مونکي اڃان تائين نه ٽڏو مليو آهي ۽ نه وري پئسا واپس مليا آهن. حضرت علي رضه فرمايو ته ائين هرگز ٿي نه ٿو سگهي، آخر جاچ ڪرڻ کانپوءِ معلوم ٿيو ته اهو ٽڏو تيار ٿيل هو ۽ ٤ دينار ٽڏي تي رکيل هئا.

فرمايائون ته حضرت ابراهيم بن ادهم رحه بخارا جو حاڪم هو. هڪ ڀيري سندس ٻانهي جيڪا سندس بسترو وڇايو پيئي ته اوچتو دل ۾ خيال ٿيس ته بسترو ڪهڙو نه ريشمي ۽ نرم آهي، اچ ته ڪجهه وقت لاءِ ٿورو ليٽي، مزو وٺي ڏسان، بس سمهڻ شرط ٻانهيءَ کي ننڊ ڪڄي ويئي.

اوچتو بادشاهه ڏسي ته سندس بستري تي ٻانهي سُتي پيئي آهي، ناراض ٿي، کيس هڪ ٻه چهبڪ هڻي ڪڍيائين. ٻانهي ننڊ مان سجاڳ ٿي پيئي، پهريائين ته رُني ٻر پوءِ کلڻ شروع ڪري ڏنائين. بادشاهه کائنس روئڻ سان گڏوگڏ کلڻ جو سبب پڇيو؟ ٻانهي جواب ڏنو ته قبلا! تڪليف جي ڪري روئي ڏنم، کلي انهيءَ ڪري ڏنم جو چند گهڙيون نرم بستري تي سمهڻ جي سزا هيءَ ملي آهي ته پوءِ جيڪو سڄي زندگي هن نرم بستري تي ستو آهي، ان جو حشر ڪهڙو ٿيندو؟ بادشاهه ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ سندس اندر ۾ اهو روحاني انقلاب پيدا ٿيو، جو اڄ به تاريخ کيس عزت، احترام ۽ عقيدت سان ياد ڪري رهي آهي.

ڏوري لڌهم ڏاتار، جيم وهين ويسرو؛
هڪيو هوئج هوشيار، ڪنوڻ ڪوندي اوچتو.
(شاهه)

**فرمايائون** ته دنيا جا طالب ۽ پوڄاري نه بڻجو، دنيا بي وفا، مڪار، غدار، ٺڳباز آهي، هن لکن ڪروڙن جا گهر خانا خراب ڪيا، ڪنهن سان به وفا نه ڪيائين، اوهان هوشيار ٿيو.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي ته دنيا جي لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو تنهنجو دنيا ۾ رهڻ ٿئي. آخرت جي لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو تنهنجو آخرت ۾ رهڻ ٿئي. الله تعاليٰ واسطي ايترو عمل ڪر، جيترو اُن ڏانهن تنهنجو احتياج هجي. دوزخ لاءِ ايترو عمل ڪر، جيترو اُن تي توکي صبر اچي سگهي

پاڻ حديث جي تشريح بيان ڪندي فرمايائون ته عزيز!! دنيا ۾ توکي ٿورو رهڻو آهي، تنهنڪري انهيءَ لاءِ محنت به ٿوري ڪر ۽ آخرت ۾ توکي گهڻو رهڻو آهي، تنهنڪري انهيءَ لاءِ توکي ثمر به گهڻو گهرجي. خدا تعاليٰ ڏانهن تنهنجون حاجتون گهڻيون آهن، تنهنڪري ان جي عبادت، اطاعت ۽ حڪم جي بجا آوري به گهڻي ڪر. دوزخ جي عذاب سهڻ جي توکي طاقت ڪانهي، تنهنڪري تون گناهن جي ويجهو نه وڃ.

(انشاءالله باقي آئينده)

باب يارهون :




## مڪتوب ع ا

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو هيءُ هڪ نصيحت آميز ۽ جامع خط آهي، جنهن ۾ رمضان جي رحمت، برڪت ۽ روزي جي اهميت ۽ حقيقت بيان ٿيل آهي. ساڳئي وقت دنيا جي بي وفائي، فڪرِ آخرت ۽ صالحن جي صحبت جي ضرورت جو پڻ ذڪر ٿيل آهي.

**بيدار موراڻي**

سلمه الله تعاليٰ في الدارين

بخدمت جناب عزيزي مشفقي **عبداللطيف** صاحب

السلام عليكم و رحمة الله و بركاته :

عزيزو! رمضان شريف اچڻ وارو آهي، جو هڪ الله تعاليٰ جو مهمان ۽ خالقِ اڪبر جو تمامي مسلمانن تي هڪ وڏو احسان ۽ انعام بي پايان آهي. ان لاءِ اهڙي عزيزالقدر پياري خالقِ ڪائنات جي مهمان جي پوري طرح مرحبائي، استقبال

۽ تعظيم، عزت جو ڪماحقه' جو لحاظ ، ڪوشش ۽ سعيو ڪيو وڃي. سستي، غفلت ۽ تڪاسلي ذره پڻ به هرگز روا نه رکي وڃي، ان کي راضي رکڻ جي ڪوشش گهڻي ڪئي وڃي.

رمضان شريف جون فضيلتون، ڀلايون، بزرگي، ثواب، رحمت لکي وڃي ته هي ميدان ڪاغذ تنگ، ناڪافي آهي. توهان هوشيار ٿيي، پوري عزت ۽ احترام ڪندا. روزي ۾ عوام فقط ائين سمجهندو آهي ته کائڻ پيئڻ بند هجي؛ پر ان سان گڏ هي ڳالهيون به تمام ضروري آهن، تڏهن پورو ثواب ملندو.

عزيزو! زبان، اکين، ڪنن، هٿن، پيرن، دل دماغ تمامي عضون تي بندش، پابندي، ڪوشش هجي. مثلاً ڪوڙ، گلا غيبت، خراب بد لفظ، بيجا گفتگو کان زبان کي روڪيو وڃي ۽ ڪنن کي انهن جي ٻڌڻ، ناچ گاني کان روڪيو وڃي. اهڙي طرح هر عضوي کي الله تعاليٰ جي منع ڪيل ڪمن، بيهوده اجاين، غير شرعي محلسن، محفلن ڏي وڃڻ ويهڻ، ڏسڻ ٻڌڻ، انهن ڳالهين جا خيال وهم دل ۾ ڪرڻ يا اهڙيون صلاحون، رٿون دماغ ۾ سوچڻ، سڀ کان پرهيز هجي، اهو آهي ڪامل روزو، جيتري قدر به ٿي سگهي ته انسان ڪوشش ڪري. ان لاءِ ٿي ذڪر مراقبه، مرشد ڪامل، روحاني استاد جي صحبت، محبت جي ڪوشش ڪري جو دل ۾ روحانيت، روشنائي، قوت پيدا ٿئي، جو سواءِ روحانيت ۽ قلب جي روشنائيءَ جي نه انهن ڳالهين جو پتو پوندو ۽ نه وري پورو عمل ٿي سگهندو.

هي ڳالهه به آهي جو متان نفس حرڪت ڪري ته اهي ڳالهيون نٿيون پڄن، نهو روزي نماز مان ڪهڙو فائدو؟ نه، نه، هرگز نه، ضروري ڪندو رهي. پانهو فرمان موجب اطاعت ضرور ڪري، زياده الله تعاليٰ جو ڪرم ٿيندو جو سڀني ڳالهين تي عمل ٿئي.

رمضان شريف اندر، ڏينهن رات فراغت ۾، ذڪر مراقبه جي ڪثرت، قرآن شريف جي تلاوت، صلواة تسبيح، تهجد، ۽ سؤ درود شريف، ٻه سؤ ڪلمه شريف جو ذڪر، ٻه سؤ استغفار، سلسله شريف مقرر هجي. ٢٧ شب قدر سڄي رات جاڳڻ، ذڪر عبادت ڪرڻ هزار مهينن جي برابر آهي، اها رات جاڳندا رهو.

عزيزا! توهان اسان مٿان خيال جا آهيون ته دنيا ۾ اسان عزت، مان، مرتبي وارا هجون، ڪمائي رزق، پگهار سٺو ڪشادو هجي، نوڪري عهده تمام وڏو هجي، پنهنجي آفيسر وٽ عزت وارا ۽ پيارا هجون. اهڙيءَ طرح توهان اسان لاءِ هي ڳالهه به تمام ضروري بلڪ فرضي آهي ته مٿينءَ ڳالهه سان گڏ هن ڳالهه جي به ضرور اسان توهان کي سوچ، سمجهه رکڻي آهي ته مرڻ کان بعد وري هر انسان کي نئون دؤر، نئون ملڪ، نئين زندگي، نئون معاملو، درپيش آهي. ان لاءِ به ضروري آهي ته اتي به اسان جو وقت سکيو گذري، عزت مانَ سان گذاريون، تنخواه پگهار (نعمتون ربّني) سٺي وڏي ۽ ڪنهن تمام بالا مرتبي تي هجون ۽ اهو احڪم الحاڪمون بالا بادشاهن جو بادشاهه راضي هجي، اسان ان شهنشاه دوجهان جا پيارا قرب وارا هجون.

عزيزمن! هاڻي خيال سوچ جي جاءِ ۽ انصاف جو مقام آهي. دنيا جو رهڻ خبر ناهي پنج منٽ، پنج گهڙيون، پنج ڏينهن، پنج ماهه يا ڪي پنج سال، مطلب ته گهڻي ۾ گهڻو ٨٠، ٩٠، ١٠٠ سال، پوءِ ان وقت لاءِ اسان جي ڪيڏي ڪوشش، سعيو، ڳڻتي فڪر غم، سفر ڪرڻ، ڳوٺ وطن مائٽن کان دور رهڻ، شمار کان ٻاهر تڪليفون وغيره ڪيون وڃن ٿيون.

مرڻ کان بعد جو آخرت جو رهڻ، جنهن جي ڪا انتها ڪانهي، ان لاءِ ڪوشش، سعيو، فڪر، ڳڻتي، ڪم

ڪرڻو آهي يا نہ؟ جنهن جي بيان شرح سمجهائڻ، سيڪارڻ لاءِ قرآن مجيد، حديث شريف، دين جا ڪتاب، دفتر پريا پيا آهن. پوءِ اسان توهان جي ان لاءِ ڪيتري ڪوشش ۽ ڪڙتي آهي؟ جي نہ آهي تہ اما ڪڏهن ٿيندي؟

عزيزمن! ان لاءِ ئي مرشد رهبر، روحاني طبيب حاذق جي اسان توهان کي ضرورت آهي. ان ڪم لاءِ ئي مرشد ڪريو، جو بجاءِ معلم استاد جي آهي، ان معلم حقيقيءَ جي مدرسي ڪاليج ۾ رهڻ، صحبت، آمدورفت رکڻ، اما تعليم ۽ روحانيت حاصل ڪرڻ ضروري آهي. هي عاجز توهان جو خير خواه دلي همدرد آهي. جيئن الله تعاليٰ اوهان کي دنيا جي عزت ڏني آهي، تيئن آخرت جي نوڪري ترقي، الله تعاليٰ وٽ مقرب معزز ٿيڻ لاءِ بہ پوري پوريءَ ڪوشش محنت سعيو ڪيو.

هن عاجز جي توهان ۾ پائيءَ جي بہ طمع لالچ نہ آهي، الله تعاليٰ مونکي سڀ ڪجهہ ڏنو آهي، تمام آسودو خوش رکيو آهي. توهان اچو وڃو، گهڻو رهو، فائدو حاصل ڪيو، دل جو شوق، محبت، عقيدت پيدا ڪيو.

لاشيءِ فقير الله بخش غفاري

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مکتوب ۲

حضرت قبله **سهڻا سائين** رحمة الله عليه جن جو هيءُ هڪ
پُردرد، پُراثر، جامع مڪتوب، مرغوب و راحت اسلوب آهي، جيڪو
گويا **عشق و مستيءَ** جو هڪ مڪمل باب آهي.

بيدار موراڻي

سلمہ اللہ تعالیٰ

**شفقی محبی ارشدی اخوی مولوی فتح محمد**

السلام علیکم ورحمۃ اللہ وبرکاتہ،

**مکرما!** محبت ایک عجیب نعمت، بے بہا دولت، کسی ازلی سعید کے حصہ میں آتی ہے۔ وہ شخص بہت ہی نیک بخت ہے، جو بہ دل و جان اس کا طالب، کوشاں و جویاں ہے، جس کے سینہ بے کینہ میں ذرہ بھر محبت ہے۔ بزرگوں نے کہا ہے کہ ایسے شخص کے پاس ہزار بادشاہی ہے، اگرچہ اس کے پاس رات کی روٹی نہ بھی ہو۔

کسی جانگداز، جانباز عاشق نے کیا خوب کہا ہے:

در یادِ تو اے دوست، چناں مدہوشم ❊ صد تیغ اگر زنی، از آں نخروشم
آہے کہ زنم بیادِ تو، وقتِ سحر ❊ گر ہر دو جہاں دہند من نفروشم

(اے محبوب! تیری یاد میں جو سحر کے وقت بے اختیار آہیں نکلتی ہیں، ان کی عوض اگر مجھے دونوں جہاں بھی دیئے جائیں تب بھی میں یہ سودا نہیں کروں گا۔

وڃي منجهي هستي تنهنجي حضورمون کي ❊ پيئڻ سان ڪري مست مخمور مون کي،

(اے ساقی! مجھے ایک ایسا بھرپور جام عنایت کر جس کے پینے سے، مخمور و مدہوش ہو جاؤں۔ یہ ساغر ایسی ایک پاک شراب سے لبریز ہو کہ پینے سے میری ہستی ختم ہو جائے اور دنیا و مافیہا سے بالکل بے خبر ہو جاؤں)۔

**میرے عزیز!** اللہ تعالیٰ کا ذکر و یاد، دونوں جہاں کی سعادت، عرشی خزانے گنجینہ کی چابی اور یہ نعمت خوش نصیب کے حصّہ میں ہی آتی ہے۔ لیکن ذکر کس طرح کیا جاوے اور ذاکر صادق کون ہے؟

**ایک** عزیز نے ایک فقیر کو دیکھا اور پوچھا کہ تو کہاں سے آیا ہے؟ اس نے کہا اللہ۔ پھر پوچھا کہاں جائے گا؟ اس نے جواب دیا اللہ۔ پھر پوچھا تیرا مطلب کیا ہے؟ اس نے کہا اللہ۔

**مکرما!** ذکر میں ایسا مشغول رہیں، یہاں تک کہ کوئی لحظہ اور لمحہ بھی، بغیر یادِ الٰہی کے نہ گذرے۔ اللہ والوں کے ساتھ محبت و حسنِ عقیدت، پیوند عظیم دولت ہے کسی سعید شخص کو نصیب ہوتی ہے۔

**بھائی جان! عزیز من!!** فقیر کی یہی آرزو ہے کہ اپنی عارضی زندگی کے باقی سانس خداوند کریم کے ذکر اور اسکی رضا طلبی میں گذار دیں اور اپنے قیمتی وقت کو، جس کا کوئی بدل نہیں، ضائع نہ فرمادیں۔ اپنی جمیع اوقات کو شرع شریف کی پابندی کرتے ہوئے ذکر الٰہی میں مشغول رکھیں اور تاکید ہے کہ ہر وقت خداوند کریم کی طرف نہایت عاجزی اور انکساری سے متوجہ رہیں، تاکہ اس بارگاہِ عالی میں قابل قبول ہونے کا شرف حاصل ہو۔

**عزیز من!** حق تعالیٰ کی بارگاہ میں عبادت اور بندگی، وہ مقبول و منظور ہے جس میں خشوع و خضوع، شکستگی، انکساری ہو اور اسکی حقیقت یہ ہے کہ اللہ تعالیٰ کی عظمت کا مشاہدہ و نظارہ بندے کے دل پر ظاہر ہو اور اس سعادت کے حاصل ہونے کا دارومدار محبت۔ سبحان اللہ و بحمدہٖ! کیا عجیب سخن، کیسی قیمتی بے بہا بات کہی ہے!!

**میرے عزیز!** یہ درد پیدا کرو اور اس بیت کے صحیح مصداق بن جاؤ۔ ایسے عزیزان

بلکہ عزیز از جان، مردانِ خدا کی ضرورت ہے، جو دین اور خلقِ خدا کی خدمت کے لئے اپنے آپ کو وقف کردیں اور حصول رضائے باری تعالیٰ حیاتی کا مقصد بنائیں۔ زندگی تو اِس کو ہی کہتے ہیں، بندہ اور بندگی تو اس کا ہی نام ہے، بلکہ صحیح معنیٰ میں مسلمان تو اس کو کہتے ہیں۔ مسلمان کے ذمہ یہ فرض تو ہر وقت لازم، قائم و دائم ہے۔ ایسے فدایانِ مال و جان نثار مجاہدین، خادمِ مخلوق کی اشد ضرورت ہے۔ یہ صادقین کی سرفروش مخلص جماعت وہ کام کرسکتی ہے، جیسا کہ کسی بزرگ نے اسی حال کے مطابق درست اور بہتر کہا ہے ؎

کہیں مدّت سے ساقی بھیجتا ہے ایسا مستانہ
جو بدل دیتا ہے بگڑا ہوا دستورِ میخانہ

**میرے مشفق عزیز!** جناب حضرت سبحانہٗ وتعالیٰ و جناب رسالتِ مآب، فخر دو جہاں، باعثِ کون ومکان، حضرت سرکارِ مدینہ، علیہ افضل الصلوٰۃ واکمل التحیات، جناب حضرت قبلہ وکعبہ مرادات قبلۂ عالم حضرت مرشدنا ومربینا ووسیلتنا فی الدارین قدس سرہ العزیز کی جناب اقدس میں با ادب وبعجز و نیاز یہ دردمندانہ صدا و ندا اور چیخ و پکار، لیل ونہار، صبح ومسا، مستانہ وار، والہانہ پیشِ حضور رکھنی چاہیئے۔

یہ التجاء التماس بزبان سندھی مختصر تحریر عرض کی جاتی ہے ؎

پيري جام ساقي ذي پرپورمون کي — پيئڻ سان کريان مست مخمور مون کي
شرابِ کھنه مان اھو جام پيارئو — نسيانُ ماسوا جو کو ساغر سوايو

پر موقوف ہے اور محبت کے یہ معنیٰ ہیں کہ اپنے شیخ مربّی کے ساتھ رابطہ، تعلق قلبی اور حضرت سرورِ کائنات صلی اللہ علیہ وسلم کی پوری پوری متابعت کی جاوے۔

لاشئ فقیر **اللہ بخش غفاری**




## ماڻڪ موتي

سيوا ڪر سمونڊ جي، جيت جر وهي تو جال،
سهسين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لال،
جي ماسو جڙئي مال، ته پوڇارا ٻُر تين.
(شاه)

(١) فرقه بندي ۽ پارٽي بازيءَ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. (٢) ڪنهن به مسلمان کي ڪافر هرگز چوڻ نه گهرجي. (٣) حتي الوسعت قرض کان پرهيز ڪرڻ گهرجي (٤) قرض ڏيڻ ۾ آخري نتيجي، بي وفائي ۽ عدم ادائي، دوستي محبت ۾ نقصان، ثواب جي بجاءِ عذاب کي مد نظر رکي، سلامتيءَ جو خيال رکڻ گهرجي. (٥) مسجد ۾ داخل ٿيڻ ۽ نڪرڻ وقت سنت طريقي کي مد نظر رکي دعا پڙهڻ گهرجي. (٦) مسجد ۾ دنيا جي ڳالهين کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. (٧) دنيا ۾، گهر خواه سفر ۾، دڪان، تجارت، ملازمت ۾ پاڻ کي مسافر تصور ڪرڻ گهرجي. (٨) موت کي هر وقت ياد رکڻ گهرجي. (٩) زندگيءَ جو وقت سفري

حال وارو تصور رکڻ گهرجي. (١٠) دنيا جي محبت حرص
هوس، خواهشات، نفساني طول امل کان بلڪل دوري رکڻ
گهرجي. (١١) دنيا جو معاملو اهڙو طويل ۽ پيچيده رکڻ نه
گهرجي، جنهن ڪري دين ۾ سستي، نقصان ۽ عمل و توشه
سامان آخرت ۾ خساره پيدا ٿئي. (١٢) تجارت، زراعت خواه
ملازمت وغيره جو به ڪاروبار هجي، حتي الوسعت ڪوشش
ڪئي وڃي ته نماز باجماعت پڙهي وڃي ۽ مذڪور ڪم
شريعت مطابق هجي. (١٣) ذڪر ۽ مراقبه جي ڪثرت،
سفر خواه حضر ۾ مدامت رکڻ گهرجي. (١٤) روزانه قرآنِ ڪريم
جي تلاوت ڪرڻ گهرجي. (١٥) گلا کي حرام سمجهي،
پوري طرح پرهيز ڪرڻ گهرجي. (١٦) بيهوده بات، بيفائده
ڪم، لغو، لهو لعب جي ڪمن، اهڙين مجلسن، اهڙين جاين
کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. تبليغ وارو، نصيحت تبليغ لاء وڃي
سگهي ٿو، بلڪ اهڙيون جايون زياده حقدار آهن. (١٧) رات
جو عشاء نماز بعد، ڏينهن جي ڪار گذاريءَ تي گهري نظر
۽ سوچ ڪري ته ڏينهن ڪيئن گذريو. غلطين، خطائن، غلط
ڪم، غلط چال، بلڪ غلط خيال و فڪر تي پشيماني، شرمساري
تاسف ڪري، استغفار پڙهي. اگر ڏينهن نيڪين ۾ صحيح
طريقي سان گذريو ته الله تعاليٰ جو شڪر بجا آڻي، جو الله پاڪ
جي دستگيري امداد شامل رهي، جو ڏينهن چڱو گذريو، ليڪن
انهن نيڪين نماز روزي کي رياء ڏيکاءُ پريو ۽ قابلِ قبول، درگاه
ايزدي نه سمجهي. اهي ڪئي نه ڪئي جهڙيون تصور ڪري
۽ آئينده لاء مزيد ڪوشش ڪرڻ گهرجي. (١٨) وضو، غسل،
نماز جا مسئلا پاڻ به سکي ياد ڪري ۽ اهل عيال کي به
سيکاري. (١٩) گهر ۾ دين جون ڳالهيون ۽ نصيحت جو
دائمي سلسلو جاري رکڻ گهرجي. (٢٠) گهر ۾ خدا تعاليٰ جو
خوف، تقويٰ پرهيزگاريءَ طرف ڌيان ڏيارڻ گهرجي (٢١)
عشقِ الاهي ۽ محبت حضرت رسول مقبول صلی الله علیه وسلم طرف ڪوشش

سعيو ڪرڻ گهرجي. (٢٢) گهر ۾ خواه پاڻ سادگي پسند ڪري. (٢٣) قناعت بهترين شيء آهي، گهر ۾ خواه پاڻ اعتدال رکڻ گهرجي. (٢٤) پنهنجي وسعت آهر اهل عيال کي سکيو رکڻ گهرجي. (٢٥) اسراف نه ڪجي، ليڪن تنگي رکڻ به نه گهرجي.

ياد رهي ته هن کان سورهن سال اڳ، حضرت سهڻا سائين جن هي بي بها املهه ماڻڪ لکي، هڪ فقير کي ڏنائون ته جيئن راڌڻ اسٽيشن تي "راقم الحروف" کي پهچائي، زباني نياپو به مليو ته هي لکيل ورق ڪڍهن ارهان کي ڪم ايندا.

(انشاء الله تعالىٰ باقي آئينده)

باب تيرهون:



(۱) فقير محمد مشتاق پنهنجي موري واري پڙايو ته هن جي نياڻي جيڪا فتح محمد نول جي نڪاح ۾ آهي، سا سنه ۱۹۸۱ع جي پوئين ششماهيءَ ۾ سخت بيمار ٿي پئي، ايتري قدر جو، جيڪو کاڌو پيتو کائي پيئي. سو قيءَ ڪري ڪڍيو ڇڏي. موري شهر جي مشهور ڊاڪٽرن کان علاج ڪرايو ويو، پر ڪو به فرق محسوس نه ٿيو مجبوراً ڪيس علاج واسطي، سندس مڙس ۽ پيا عزيز حيدرآباد ڪٺائي ويا. ٻه هفتا سول اسپتال ۾، وڏن وڏن ڊاڪٽرن جي زير علاج رهڻ ٿيو پر ڪو به فائدو ڪو نه ٿيو. ان کان علاوه حيدرآباد جي ٻين مشهور ڊاڪٽرن کان علاج ڪرايو ويو، جيڪو تقريباً مهينو کن هليو، مگر بيماريءَ ۾ ڪجهه به فرق نه آيو.

آخر نا اميديءَ جي حالت ۾ مريض کي واپس موري آندو ويو. ان کانپوءِ مذڪور بيمار جو سيوهڻ شريف زيارت لاءِ وڃڻ ٿيو ۽ هفتو کن روضي مبارڪ تي دعائون گهريون ويون. اتان واپس اچڻ بعد بيماريءَ ۾ ڪجهه به تخفيف ڪانه ٿي، بلڪ جيئن پوءِ تيئن، حالت تمام نازڪ ٿيندي پيئي ويئي.

جيئن ته ستاويهين شريف جو موقعو، درگاهه الله آباد شريف تي ٿيڻ وارو هو، ان ڪري فقير محمد مشتاق پنهنجي ان بيمار نياڻيءَ کي الله وارن جي نگاهه ڪرم ۽ دعا برڪت لاءِ وٺي وڃڻ لاءِ، پنهنجي نياڻي فتح محمد ٽول کان پنهنجي نياڻيءَ جي اجازت گهري، جنهن تي مذڪور فتح محمد ۽ ان جي پين مائٽن اهو شرط وڌو ته جيڪڏهن درگاهه الله آباد شريف تي وٺي وڃڻ کان پوءِ به بيماري ختم نه ٿي ته پوءِ توکي به درگاهه شريف تي وڃڻ نه ڏبو.

الله وارن جي غلام کي به پنهنجي مرشدن ڪريمن جي مٿان ناز هو، تنهن بنا دير جي، بي اختيار اهو شرط قبول ڪيو، ڇو ته کيس پڪ هئي ته منهن جا مرشد مربي حضرت خواجه غريب نواز سهڻا سائين، پنهنجي دور جا يڪتائي گوهر، بي بدل آهن، جن جي نگاهه ڪرم سان، بگڙيل بنجن ٺيون ۽ ٽٽل قسمتون وري پون ٺيون، انهن جي اڳيان هيءَ ڳالهه ڪا مشڪل مسئلو ڪونهي. انهيءَ عقيدي ۽ محبت جي بنياد تي فقير محمد مشتاق ۽ ٻيا ڪافي سندس عزيز، ان بيمار عورت کي ساڻ ڪري درگاهه الله آباد شريف ڪنڊياري ٢٧ شريف جي موقعي تي، سڄ لٿي مهل پهتا.

بس، الله تعاليٰ جو شان، الله وارن جي ڪرامت، سيني ماڻهن جي حيرت جي حد نه رهي، جو اهڙو بيمار ماڻهو، جيڪو تقريباً ڏيڍ مهيني کان ڪاڏو ڪاٿي نه ٿي سگهيو، جيڪو کاڌائين ٿي سو قيءَ ڪري ڪڍي ٿي ڇڏيائين ۽ هيترن سارن ڊاڪٽرن کيس لاعلاج ڪري ڇڏيو هو، اهڙو بيمار ماڻهو جيئن ئي مرشد مربي محبوب سهڻا سائين جن جي دربار عاليه تي آندو ويو ته هن جون سڀ بيماريون، ڏک درد ڪافور ٿي ويا ۽ ڏيڍ مهيني جو رکيل روزو، درگاهه شريف جي لنگر کائڻ سان ختم ٿي ويو.

حيوت جي ڳالهه هيءَ آهي ته حضرت قبله سهڻا سائين جن سان مذڪور بيمار جو نه احوال ڪيو ويو ۽ نه وري دعا گهرائي ويئي، فقط دربار عاليه تي پهچڻ سان بيماري ختم ٿي ويئي. رات رهي، اها بيمار عورت، پنهنجن محرم عزيز قريبن سان گڏ، صبوح جو پنڌ ڪري ڪنڊياري بس اسٽاپ تي پهتي ۽ وري ان کانپوءِ ڪڏهن ان بيماريءَ جو نانءُ نشان به نه رهيو.

ياد رهي ته فقير محمد مشتاق پيٽيءَ راقم الحروف کي روبرو اها ڪرامت ٻڌائي هئي.

(٢) مذڪور فقير محمد مشتاق پيٽي هي به ٻڌايو ته سياري جي موسم هئي، جنوري جي مهيني ۾ سندس نياڻو فتح محمد نول پنهنجي ڪٽنب سميت پنهنجي گهر ۾ آرامي هو. اڌ رات جو وقت هو، فقير محمد مشتاق جي نياڻيءَ حضرت قبله مرشد مربي سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي خواب ۾ ڏٺو، پاڻ کيس تنبيهه ڪري رهيا هئا ته توهان جلدي قرآن شريف، ضروري سامان ۽ پنهنجي ٻچن سميت هيءَ جاءِ خالي ڪريو. عورت ماڻهو، اهڙو عجيب خواب ڏسي في الحال ته ان ڏانهن توجه نه ڏنو پر مرشد مربي حضرت سهڻا سائين مسلسل ٽي دفعا خواب اندر کيس ساڳي تنبيهه ڪندا رهيا ۽ ٽئين دفعي جڏهن ڪجهه سختيءَ سان گهر خالي ڪرڻ جو تاڪيد فرمايائون، تڏهن مذڪوره عورت ٽپ ڏيئي اٿي ۽ قرآن شريف، ٻچا ۽ ٻيو ضروري سامان گهر مان ٻاهر ڪڍيا ۽ آخر ۾ پنهنجي مرد کي اٿاريائين، جيڪو متس ناراض ٿي، کيس وڙهڻ لاءِ سندس پٺيان پيو. اڃان گهر کان ٻاهر مس ٿيا ته سندن گهر جي جڳهه، اوچتو ٺڪاءُ ڏيئي اچي هيٺ ڪري، جنهن تي ٻاڙي اوڙي

وارا سڄاڳ ٿي، پڇي آيا، پر سندن حيرت جي حد نہ رهي، جڏهن ڏٺائون تہ مذڪور فتح محمد نول جي گهر جي جڳهہ تہ اوچتو ڪري پيئي آهي پر سندن ٻار ٻچا ۽ سامان با سلامت ٻاهر آهي. ٻاڙي وارن جي پچڻ تي الله وارن جي هن عجيب و غريب ڪرامت جو اظهار ڪيو ويو، جيڪا ڳالهہ سڄي محلي ۾ مشهور ٿي ويئي.

(انشاء الله باقي آئينده)



بسم الله الرحمٰن الرحيم

باب چوڏهون:




## ذڪرِ الاهي

ذڪر ڪر الله جو، سدا يار تون؛
کهڙي مهل بہ غافل، نہ رهہ يار تون.

١- زمين آسمانُ سڀ، ذڪر ثنا ڪن؛
رهين ڇو پيو غافل، فقط بسار تون.

٢- ذڪر آهي سرمايو ايمان جو؛
ڪري وٺ جي ڪرڻو، اٿئي واهار تون.

٣- ذڪر کان گهڙي جي تون غافل رهين؛
ڦهندين سنگتي شيطان جو يار تون.

٤- پکي جانور سڀ ذڪر ۾ رهن؛
ٿي انسان ذڪر نا ڪرين يار تون.

٥- ذڪر ڪر الله جو تون بلڪل گهڻو؛
دنيا دين ۾ ٿئين عزت وار تون.

٦- ذڪر ڪن وڻ ٽڻ، سج چنڊ تارا؛
مگر هڪ تون غافل، مجرم ڏار تون.

٧- ذڪر آهي رب جو، اعليٰ اتم؛
پڙهي ڏس قرآن پاڪ ۾ يار تون.

٨- دنيا ۾ ذڪر کان، جي منهن ٿا موڙن؛
انڌا ٿين حشر ۾، ٿي هوشيار تون.

(حضرت)
٩- الله بخش ذڪر جي، توفيق مونکي؛
ذڪر ۾ وڃين ساهه، دلدار تون.




اسان جو نبي ﷺ آهه خير الوريٰ؛
ٿيو عاشق منهن آهه پاڻ خدا.

١- دنيا زندگي خواه، قبر ۽ حشر ۾؛
لهي سارُ هر وقت ۾ مصطفيٰ ﷺ.

٢- حشر ۾ پوڪارن نبي نفسي نفسي؛
ڪندو امتي امتي جي صدا.

٣- نيڪن کي تڪيو آهي عمل ۽ عبادت؛
آجهو عاصين کي آ نور الهديٰ.

٤- جيتر عشق عربي نه دل ۾ اچي؛
عمل ۽ عبادت نه ڪجهه آه ادا.

٥- رکي عشق احمد، تي تابع سنت؛
سواءِ پيروي ٿئي نه حاصل صفا.

٦- (حضرت) الله بخش محبت مدني مير جي؛
ڪيان سهڻن متان مال جند جان فدا.




منهنجو پير ڪامل، سخي فيض وارو؛
نوري نور آهي، سو نوري نظارو.

١- ڪلهوڙا ڪچي جا مست ئي مچي ويا؛
رتڙ رنگ وني، لعل تي سپ رچي ويا؛
مهيسر محبت ۾، پڪا تي پچي ويا؛
ڪڙنريچن، قاضين کي لڳو يار وارو.

٢- پڻا جوش جذبي ۾ مستان ڏسي ويا؛
ڪوندر ٿي قلندر جلدي جوان ٿي ويا؛
رڪي سوهرا سڪ سي حيران ٿي ويا؛
ڪارڻ ۾ ڪوجهن ڪي، ڏنو بخت وارو.

٣- بروهي تڪر جا بهاريءَ ۾ آهن؛
ڪوسا، چانڊيه، منگسي خماريءَ ۾ آهن؛
حاجي ماڇي، ڪنير گلزاريءَ ۾ آهن؛
جتوئن پڙهيو تي پنو پرت وارو.

٤- قريشي، سادات سرمست ٿي ويا؛
کهڙا، ڀاڳت، پٺي، هيمٿ چست ٿي ويا؛
چنا، سيال سهڻا پڙ عشق ٿي ويا؛
ناڱورن ۾ اڇي ادا هنيو نر نعرو.

٥- سخا فيض سهڻل جو ڪيان ڇا بيان؛
مثل شمس جي جڳ ۾ روشن عيان؛
ڏسي جي نه چڙو ته کهڙو زبان؛
حاسد منجهه ڏکن جي آ ڏکمو وڃارو.

(حضرت)
٦- الله بخش عصيان جي مون ڪيا هن؛
عمل سون عبادت ذرو نا ڪيا هن؛
مگر پير ڪامل هٿ سون ڪيا هن؛
ڇڏيندا نه خالي هي ڪوجهو ڪارو.



درد سور دل جا ڪنهن ساڻ اوريان، ڪنهن ساڻ اوريان؛
ڏکن جي ڇماتي، پٽي ٿي مان لوڙيان، پٽي ٿي مان لوڙيان.

١- برهہ باهہ اندر ۾ آهي نيهن ٻاري؛
سڙان ٿي پچان ٿي، ڏکن جان ڳاري؛
روئڻ روج راڙو ڏينهان رات زاري؛
هلي هوت اهندين، مان جند جان گهوريان.

٢- سورن آ ستايو، پٽي مان لوڙيندس؛
سڄڻ نيهن ڪان منهن، اصل نہ موڙيندس؛
ڪيون هاهہ ووهہ ووهہ پٽي مان وڙيندس؛
ڪڏهن محب ملندين پٽي ٿي مان ڏوريان.

٣- وڇوڙي هجر غم، وڌو آهي ماري؛
هي گهايل گوندر ۾، پري ڪيئن گذاري؛
سڪ ۾ سدائين، پٽي پنهل ٿي ساري؛
مٺا ڪر ملڻ جي ٿي هٿڙا مان جوڙيان.

٤- جدائي غمن آ جهوريو، ڪيان پٽي پڪارون؛
ڳلي ڳوٽ بازر پنهل جون پچارون؛
ٿيا حال هيڻا، لهي وڃ سنڀارون؛
ڪيو نمهن نانگو، ڪلون عشق چوريان.

٥- الله لڳ مون سان مٺا ڪر ملڻ جي؛
ڇڏ محب ماڻا، تون وائي رسڻ جي؛
پرچ تون پيارا، ڪر جلدي اچڻ جي؛
اکين ۾ ڏيان جايون، اگهڻ مان ڀاريان.

(حضرت)
٦- اللهٰ بخش مون آهيان، ڪوجهو عمل جو؛
ناقص نذر آهيان، مون نه لائق عدل جو؛
رهو دين پور ۾، ڪيو ڦيرو فضل جو؛
ٿينديون روز عيدان، گهورون گهوٽ گهوريان.




سڻ ڳالهه تون دل هڪواري، ڇڏ غير جي صفا ياري؛
تون آن رب کي ڏاڍي پياري، اٿي جاڳ ڪر هوشياري.

١- توتي رب جي سدا نگاهه آ؛ توکي شرف بيحد الله آ؛
سواءِ تنهنجي نه ٻي مون جاءِ آ؛ تون اهڙي شان واري.

٢- دل رب جو عرش عظيم آ؛ جنهن ۾ رکندو پاڻ قدم آ؛
جيڪا دلڙي صاف سليم آ؛ تنهن تي خاص قربداري.

٣- هاڻي غفلت ۾ نه گذار تون؛ لائي نيهن ٿيءُ نروار تون؛
وٺ هڪ کي محڪم يار تون؛ رک هڪ جي طلبگاري.

٤- رک هڪ جي فقط سڄاڻ تون؛ سمجهه هڪ کي هميشه ساڻ تون؛
سواءِ هڪ جي نه ٻيو ڄاڻ تون؛ سواءِ هڪ جي آهي انڌاري.

٥- ٻر هڪ جو نه ميلو ٿئي؛ جيستر پير ڪامل نه ملي؛
اهو مثل دل ذاڪر ڪري؛ وڃي غير جي محبت ساري.

٦- سٽ عيش بڻ فقير تون؛ اتي ڳول ڪامل پير تون؛
تان ٿئين جلد سڌير تون؛ ڇڏ سستي ڪر تياري.

٧- عمر نه ڪر برباد تون؛ آ جلدي عاشق آباد تون؛
ڪر حاصل پنهنجي مراد تون؛ تيندي نظر سان دل جاري.

٨- جتي حاذق هڪ طبيب آ؛ جيڪو خاص خدا جو حبيب آ؛
ڏيندو دارون ڏاڍو عجيب آ؛ ويندي جلد بيماري ساري.

٩- رک محبت پڪي پير جي؛ مڃ نصيحت هن فقير جي؛
اهو نسخو نشاط تير تي؛ جن چکيو تن سڌ ساري.

١٠- الله بخش محبت مون اهاءِ؛ دائم دوستن جي مون در رهان؛
ڏسي دلبر مهڪر مهربان؛ ڇوي توسان پڪي ياري.

(انشاء الله تعاليٰ باقي آگيلده)

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

باب پندرھوں :



# پسندیدہ اشعار

( حضرت قبلہ سوہنا سائیں رحمۃ اللہ علیہ )

## توحید باری تعالیٰ

تیرے سوا معبود حقیقی ، کوئی نہیں ہے کوئی نہیں ؛

تیرے سوا مقصود حقیقی ، کوئی نہیں ہے کوئی نہیں ؛

تیرے سوا مشہود حقیقی ، کوئی نہیں ہے کوئی نہیں ؛

تیرے سوا موجود حقیقی ، کوئی نہیں ہے کوئی نہیں ۔

# التجا بدرگاہِ ایزدی

تن بے جان ملت میں، الٰہی جان پیدا کر،
مسلمانوں میں مذہب کی، وہ پہلی شان پیدا کر۔

بھلایا قوم نے اپنے، سلف کے کارناموں کو،
کوئی صدیقؓ سا پھر صاحبِ عرفان پیدا کر۔

خداوندا مٹا جاتا ہے، اب احکام شریعت کا،
عمرؓ سا پھر کوئی عادل جری انسان پیدا کر۔

ہو جسکے دل میں حبِ دیں، کلامِ پاک تیرے سے،
وہی عثمانؓ سا پھر جامعِ قرآن پیدا کر۔

بجے چاروں طرف، اسلام کا ڈنکا زمانے میں،
علیؓ سا پھر کوئی اسلام میں انسان پیدا کر۔

اسی عزت، اسی غیرت، اسی دولت کی ضرورت ہے،
کوئی حیدرؓ کوئی خالدؓ کوئی عثمانؓ پیدا کر۔

# آخری تمنّا

یا رب یہ جان میری، جب اس بدن سے نکلے،
صلِّ علیٰ کا کلمہ، میرے دہن سے نکلے۔

اللہ یا محمد ہووے زباں پہ جاری،
جب یہ روح میرے چرخِ کہن سے نکلے۔

# ذڪرِ الاهي

جان ہوجاتی ہے شیریں، کیسے مزے کا ذکر ہے واہ،
ذکر قلبی، نعمت ربّی، جذب حقانی کی ہے راہ۔

اب تو کبھی چھوڑے نہ چھٹے، ذکر تیرا اے میرے خدا،
حلق سے نکلے سانس کے بدلے، ذکر تیرا اے میرے خدا۔

ڪڪ سڙن، ٻن سڙن، سڙي سائو گاھہ،
جن ريجھايو الله، تن نہ اهي تن ڪي.
(شاهہ)

ذکر کن، ذکر کن تا ترا جان است،
پاکئی دل ز ذکر رحمان است۔

مومنا ذکر خدا بسیار گو،
تا بیابی در دو عالم آبرو۔

# عشقِ رسول صلی اللہ علیہ وسلم

• مُحَمَّدٌ ﷺ سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ وَ الثَّقَلَيْنِ،
وَ الْفَرِيْقَيْنِ مِنْ عَرَبٍ وَّ عَجَمٍ۔

هُوَ الْحَبِيْبُ الَّذِيْ تُرْجىٰ شَفَاعَتُهٗ،
لِكُلِّ هَوْلٍ مِّنَ الْاَهْوَالِ مُقْتَحَمٍ۔

* يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ اُنْظُرْ حَالَنَا،
يَا حَبِيْبَ اللّٰهِ اِسْمَعْ قَالَنَا۔
اِنَّنِیْ فِیْ بَحْرِ غَمٍّ مُغْرَقٌ،
خُذْ يَدِیْ سَهِّلْ لَّنَا اَشْكَالَنَا۔

* نماز اچھی روزہ اچھا، حج اچھا اور زکواۃ اچھی،
مگر میں باوجود اسکے مسلمان ہو نہیں سکتا۔

نہ جب تک کٹ مروں میں خواجہؐ بطحا کی عزت پر،
خدا شاہد ہے کامل میرا ایمان ہو نہیں سکتا۔

* نہیں شیدا کسی کا میں ہوں شیدا محمدﷺ کا،
سمایا ہے ازل سے آنکھ میں نقشہ محمدﷺ کا۔

نہیں دیر و حرم سے واسطہ دنیا کے جھگڑوں سے،
میں دیوانہ میں دیوانہ میں دیوانہ محمدﷺ کا۔

خدا دے نور ایمانی کہ آنکھیں دل کی روشن ہوں،
سراپا دیکھ لوں قرآن میں نقشہ محمدﷺ کا۔

تجھے مجنون بلال عاشق صادق سے کیا نسبت،
تو دیوانہ ہے لیلیٰ کا، وہ دیوانہ محمدﷺ کا۔

پکاریں کیوں نہ جوش مستی میں پھر یا رسول اللہ،
شراب معرفت پیتا ہے مستانہ محمدﷺ کا۔

نہ جائے یا خدا! سر سے کبھی سودائے محمدﷺ کا،
مروں تو شوق سے پڑھتا ہوا کلمہ محمدﷺ کا۔

## شانِ مسلم

ہم نے توحید آشنا سارے جہاں کو کر دیا،
ہم جہاں جاتے تھے جاتا تھا خدا کا نام بھی۔
پوچھ لو تاریخ کے اوراق سے یہ بات تم،
جس طرف ہم چل گئے لوٹے کبھی ناکام بھی۔
برق بنکر تیغ مؤمن کی چمکتی تھی جہاں،
ابر رحمت تھا وہاں اللہ کا پیغام بھی۔

## شاہ عبداللطیف بھٹائی رحہ

- اچي عزرائيل سٽي جا ڳالهائي سڀئي؛
  پٺي ٻوڙائي دليل تہ پنهل ماڻهو موڪليو.
- ننڍڙو نکور کي جڏهن ڏنائون؛
  اکيان اٿي تن جي پنهل ڇپائين؛
  ادا اڄاهين ڪو ڏنو سات سڄڻ جو.
- سهوا ڪر سمونڊ جي جت جر وهي ٿو جال؛
  سٿين وهن سهر ۾ ماڻڪ موتي لال؛
  جي ماسو جڙتي مال تہ پوچارا پر ٿئين.
- سٽي نہ سرندياه، ڪر ڇچار پرينءَ جي؛
  رهامي وينديا، ڪهڙا هتنديس هتڙا.
- ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو؛
  آن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مانُ؛
  ڪوڙين ڪن سلام، اچي آتن ان جي.

(انشاء الله باقي آئينده)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

باب سورهون:




(حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه)

١- روزانو هڪ تسبيح:

رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَ لِوَالِدَيَّ وَ تُبْ اِلَيَّ اِنَّكَ اَنْتَ الْغَفُوْرُ الْوَدُوْدُ.

٢- روزانو هڪ تسبيح

اَللّٰهُمَّ اِنَّكَ عَفُوٌّ.... آخر تائين.

٣- روزانو هفت روزه منزلن (ڪتاب دعوات فضليه) مان ڏينهن مطابق هڪ منزل.

٤- روزانو تسبيح نماز.

## بوقتِ سحر

٥- سلسله شريف- مناجات بعد از نماز تهجد.
تهجد نماز اڳ ۾ ١٢ رڪعتون پڙهندا هئا ۽ بعد ۾ ٨ رڪعتون پڙهندا رهيا.

٦- روزانو: ٢ تسبيحون استغفار

٢ تسبيحون سُبْحَانَ اللهِ وَ بِحَمْدِهٖ سُبْحَانَ اللهِ الْعَظِيْمِ وَ بِحَمْدِهٖ.

# بعد نماز ظهر

٢ تسبيحون درود شريف ـ تلاوت ڪلام پاڪ
جمع ڏينهن ٣ تسبيحون درود شريف

# بعد نماز مغرب

٢ تسبيحون ڪلمه شريف

٧- روزانو: تهليل لساني ١١ تسبيحون.
٨- روزانو: ٥ ڏينهن جي نماز قضا ڪندا هئا.
(پاڻ اهي نمازون قضا ڪيائون، جيڪي آپريشن ۽ بيماريءَ سبب، ويٺي يا اشارة پڙهيون هئائون).

نوٽ:

رمضان شريف ۾ ڪلمي شريف جون تسبيحون، درود، استغفار، سبحان الله و بحمده سبحان الله العظيم و بحمده واريون تسبيحون معمول کان زياده يعني ٣ دفعا هر تسبيح پڙهندا هئا.
رمضان شريف جي جمع ڏينهن دوران هڪ تسبيح وڌائيندا هئا يعني هر تسبيح ٤ دفعا پڙهندا هئا.

# بعد نماز عشاء

| | |
|---|---|
| اَلْحَمْدُ شريف ـ آية الكرسي | هڪ هڪ دفعو |
| اٰمَنَ الرَّسُوْلُ.... آخر تائين | هڪ دفعو |
| شَهِدَ اللهُ اَنَّهٗ لَا اِلٰهَ.... آخر تائين | هڪ دفعو |

| | |
|---|---|
| لَقَدْ جَآءَ كُمْ.... آخر تائين | هڪ دفعو |
| حَسْبِيَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّاهُوَ.... آخر تائين | ست دفعا |
| هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّاهُوَ.... آخر تائين | ست دفعا |
| آمَنْتُ بِاللّٰهِ وَمَلٰئِكَتِهٖ.... آخر تائين | هڪ دفعو |
| اَسْتَغْفار.... | پنج دفعا |
| رَبِّ اَعُوْذُ بِكَ مِنْ هَمَزَاتِ الشَّيَاطِيْنِ.... آخر تائين | هڪ دفعو |
| أصحاب ڪهف جا نالا مبارڪ | هڪ دفعو |
| درود شريف | يارهن دفعا |
| پهر مٿا | چند بار |
| سلسلہ شريف ۽ مناجات۔ سورة مُلڪ | هڪ دفعو |

شڪراني جا ٢ نفل روزانه پڙهندا هئا، هن نيت سان ته:

( ١ ) اسان کي ڪامل مرشد مليو، سندن صحبت با برڪت نصيب ٿي ۽ انهن جي صدقي نماز، تهجد، روزه ۽ نيڪي نصيب ٿي.

( ٢ ) تبليغ جو ڪم نصيب ٿيو ۽ انلاه توفيق پيدا ٿي.

(انشاء الله تعاليٰ باقي آگينده)

## باب ستر ھوں:



من تصنیف لطیف سیدی و مرشدی خواجۂ
خواجگان حضرت **محمد عبدالغفار** فضلی
نقشبندی مجددی رحمۃ اللہ علیہ

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا وَمَوْلٰنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی اٰلِہٖ
وَاَصْحَابِہٖ وَبَارِکْ وَسَلِّمْ ○

داد گرا اے داورا اپنی رضا کے واسطے — والیٔ کونین **خاتم الانبیاء** کے واسطے
**بوبکرؓ** صدیق اکبر حضرت **سلمانؓ** پاک — **قاسمؒ** و **جعفرؒ** مکرم مقتدیٰ کے واسطے
شیخ اکبر **بایزیدؒ** و **بوالحسنؒ** کا واسطہ — **ابوالقاسمؒ بوعلیؒ** کہف الوریٰ کے واسطے
حضرت **بویوسفؒ** عالی ماہِ تابندہ منیر — پیر **عبدالخالقؒ** شمس الضحیٰ کے واسطے
شہ **محمد عارفؒ** و **محمودؒ** انجیر امیر — پیر **عزیزانِ علی** قمر اللقا کے واسطے
خواجہ **بابا سماسیؒ** شہ **کلالِ** باکمال — شہ **بہاؤالدینؒ** پیر پارسا کے واسطے
پیر **علاؤالدینؒ** ہم **یعقوبؒ** چرخی دستگیر — پیر **عبیداللہ** عابد بے ریا کے واسطے
حضرت خواجہ **محمد زاہدؒ** واصل بحق! — خواجہ **درویش محمدؒ** اولیاء کے واسطے

خواجہ امکنگی محمد باقی باللہ راز داں ، — شہ مجدد الف ثانی بادشاہ کے واسطے

خواجہ معصوم سیف الدین قیوم زماں — شہ محمد محسن مرد خدا کے واسطے

سید نور محمد جان جاناں پیر حق — حضرت شاہ غلام علی علا کے واسطے

بوسعید احمدی احمد سعید صاف دل — حاجی دوست محمد مرتضیٰ کے واسطے

حضرت عثمان عارف اور محمد لعل شاہ — شہ سراج الدین تارک ماسوا کے واسطے

غوث الاعظم پیر پیراں خواجہ قیوم زماں — حضرت فضل علی شمس الہدیٰ کے واسطے

موت کا دن عید کا ہووے توسط جان حق — قطب الاقطاب مربی باوفا کے واسطے

قطب ارشاد مجدد مأۃ اربعۃ عشر — حضرت فضل علی غوث الوریٰ کے واسطے

خاص کر بندوں سے اپنے اے پیارا پاک حق — اس سگ ناچیز کو اپنی رضا کے واسطے

عاجز عبد الغفار کی التماس ہے روز و شب — خاص کر رحمت کی نظر اس بے نوا کے واسطے

قطب دوراں غوث الاعظم حضرت محمد عبد الغفار — عشق مجھ کو کر عطا نور الہدیٰ کے واسطے

حضرت خواجہ اللہ بخش ہادی پیر عالی باوفا — کر عطا منصب ادب پیر علا کے واسطے

عشق اپنے پیر میں فانی میں ہو جاؤں صفا — شاہ عالی جگ کے والی پر ضیا کے واسطے

جس طرف دیکھوں مجھے بس نظر آوے پیر پیر — کر مجھے نعمت عطا بحر سخا کے واسطے

شاہ شاہاں پیر پیراں اللہ آبادی امیر — ہو غلامی طوق گردن باوفا کے واسطے

زندگانی سب میری اس کی رضا پر صرف ہو — ہووے پورا مدعا صاحب سخا کے واسطے

حضرت خواجہ محمد طاہر مظہر ولی — خلف صالح ہیں امام الاولیا کے واسطے

غیر کی کر دے محبت دور دل سے یا خدا — ہوں سوالی دائما ان اتقیا کے واسطے

یا خدا مشتاق کر تو ذات اپنی کا مجھے — ہو منور قلب جملہ اولیا کے واسطے

آمین ثم آمین !!

# مناجات بدرگاہِ قاضی الحاجات

اے خُداوندا بذاتِ کبریا کے واسطے
قُرَّۃُ الْعَیْن احمدِ مُصطفےٰ کے واسطے

بے حساب و بے عِقاب و بے عِتاب بخش دے
لَختِ جگر بِنتُ النبی خیرُ النساء کے واسطے

ہے رضا مندی تیری مطلوب در ہر دو سرائی
لَافَتیٰ اِلّا علی حسنُ العُلیٰ کے واسطے

رکھ مجھے در ہر دو عالم زیر سایہ عاطفت
سیدِ شہداء شہیدِ کربلا کے واسطے

حضرت سجاد زینُ العابدین کا واسطہ
باقر و جعفر امام الاتقیا کے واسطے

کشتی میری ڈوبتی کو پار کر دے یا خُدا
موسیٰ کاظم امامِ علی رضا کے واسطے

حضرتِ سید محمد ہے تقی جس کا لقب
جُود کرنا بُود پر اس ذوالعطا کے واسطے

تاجدارِ ہر دو عالم حضرت علی النقی
عاقبت محمود کر اس رہنما کے واسطے

موت کی تلخی نہ دیکھوں گور میری کر منیر
احسن حسن العسکری شمس الہدیٰ کے واسطے

موت دے جب ذات تیری راضی و خوشنود ہو
سیدِ موعود مہدی پیشوا کے واسطے

دیدۂ گریاں سینہ بریاں بے قراری اضطراب
عشق اپنے میں عطا کر دائما کے واسطے

تا قیامت عشق تیرے میں ہوں جانگداز
آل امجادُ النبی بدرُ الدُّجیٰ کے واسطے

دین و دُنیا کے سبھی اعدا میرے مقہور کر
حضرت فضل علی ظلِ ہما کے واسطے

مُشکلیں آسان فرما دین و دُنیا کی تمام
حضرت محمد عبدُ الغفار حق نما کے واسطے

رحم کر اپنا خدایا تو ہمارے حال پر
حضرت خواجہ اللہ بخش مشفق ملقا کے واسطے

دا ور اکر دُور دل سے حُبِّ دُنیا کی تمام
شہ محمد طاہر عارف پارسا کے واسطے

یا الٰہی قلبِ سالم باصفا کر تو عطا
دِل جُھکا کر گریہ زن ہوں اس دُعا کے واسطے

اللہ اللہ ورد پر یہ آخری دم ہو ختم دے مجھے انعام یہ شاہِ ہدیٰ کے واسطے

آمین ثم آمین !!

یَارَبَّ الْعَالَمِیْنَ وَصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلٰی
خَیْرِ خَلْقِہٖ مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِہٖ وَاَصْحَابِہٖ
اَجْمَعِیْنَ بِرَحْمَتِکَ یَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِیْنَ ○



طالبِ دعا :

لاشئی فقیر فتح محمد غفاری بخشی طاہری

## اظهارِ تشکر

آڏون محترم قاضي محمد نعيم الدين صاحب مالڪ حيدري پرنٽنگ پريس ، کي به هن متبرڪ موقعي تي وساري نٿو سگهان ، جنهن رات ڏينهن پاڻ پتوڙي ، ڪافي ڪوشش ڪري ، ڪتاب کي سهڻي نموني سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ منهنجو ساٿ ڏنو آهي .

ٽيڪام موراڻي